

ريجهي بائي
رڳواس 4-2-1983

پيسومل ٺڪر
سرڳواس 10-9-1960

آشيرواد اوهان جي
ديالداس، چوهڙمل، گيانچند،
لڇمي ۽ مرلچند

# شريمد ڀڳوت گيتا

[ مهاتم سمت ]

سنڌاڪار

## هريداس برهمچاري




## سري ڪرشن ستورس

ٻراڏي منڊي، اجمير

قيمت ٨-٠٠ روپيه

# شريمد ڀڳوت گيتا

**سرو اُپنشد گــاوو، دگڌا گوپـال نندنه،**
**پارٿو وتسه سڌير ڀوڪتا، دگڌم امرتم مهت**

"سڀني اُپنشدن روپي ڳائن کي گوپال ڪرشن ڏهو آهي ۽ ٻڌوان ڀڳت ارجن اهو اُن امرت روپي کير پيتو آهي."
**- مهاڀارت**

"گيتا منهنجو هردو آهي، جيڪو منش منهنجي هن گيتا روپي رهسيه ۽ گيان جو پرچار ڪري ٿو، اهو مون کي ڏاڍو پيارو آهي، اهو منهنجو ڀڳت آهي."
**- شري ڪرشن**

"گيتا اُپنشدن مان چونڊيل آتمڪ سدائين روپي مهڪندڙ گلن جو گلدستو آهي" **- سوامي وويڪانند**

"گيتا اسانجي گرنٿن ۾ چمڪندڙ ۽ نرمل هيرو آهي. دکي آتما کي شانتي پهچائيندڙ آهي. گيتا سرو جڳ جيتي آهي."
**- مهاتما گانڌي**

"سڀني گيتا کي سنسار جو ڀاري شاستر قبول ڪن ٿا."
**- مهرشي اروند گهوش**

"سڄي دنيا ۾ گيتا جهڙو ٻيو ڪو گرنٿ ڪونه ملندو."
**- پنڊت مدن موهن مالويه**

"گيتا اسانجي دلين لئي وچارن جي شڪتي، پراڻ جي جهرڻن ۽ آنند دائي آتمڪ اُمنگ ڪري اُڀري وجهي."
**- ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن**

ڏنل آهي. جڏهن ڪورون ۽ پانڊون جون سينائون
ڪروڪشيتر جي ميدان تي اچي ڪٺيون ٿيون، اُن وقت
ويراڳ جي چوڻ تي شري ڪرشن سندس رٿ ٻنهي
سينائن جي وچ ۾ وٺي بيهاريو. اُن وقت ارجن پنهنجي
سامهون پنهنجا مائٽ، گروءَ ۽ وڏا بيٺل ڏسي موهه ۾
اچي ويو ۽ شري ڪرشن کي چوڻ لڳو ته پنهنجا وڏا
مائٽ مارڻ سان وڏو پاپ آهي. تڏهن شري ڪرشن
ارجن کي فرض ياد ڏياري، آدرشن جي خلاف ٿيل
ڪرڻ جو اپديش ڏنو. شري ويد وياس ان اهو اپديش
وڏائي سان ۽ سرل سنسڪرت ڪويتا ۾ رچيو، جو الم
گيان سان ڀرپور آهي.

شريمد ڀڳوت گيتا ارڙهن ادهيائن ۽ ست سؤ شلوڪ
آهن هر هڪ شلوڪ وڏيءَ معنيٰ سان ڀرپور آهي.
منش مات جي ڀلائي ۽ اُنتيءَ لاءِ جيڪي ضروري آهي،
سو سڀ اُن ۾ سمايل آهي.

گيتا جو هر هڪ شلوڪ ور ور پڙهڻ سان
نوان ويچار پيدا ڪندڙ آهي جنهن ڪري گهري سمجهه
کين هٿي ور ور ٻڌڻ موٽڻ سان ٻڌل سمجھ
حاصل ڪندا آهن، ليڪن گيتا جو ور ور ابهياس
ڪرڻ اوان سبق سيکاري ٿو ۽ وفاداري جي
مارگ تي اڳتي وڌائي ٿو.

شريمد ڀڳوت گيتا جو پاٺ مڪتي ڏيندڙ مڃيو و
آهي. ڏسبو آهي ته هندو مرڻ وقت پراڻيءَ اڳيان

هن زماني ۾ جڏهن ماڻهو فقط ڀارت کي ٻڌڻ ڏانهن
صبر ڪري لاڙو رکن ٿا، تڏهن روحڪ ڳالهين سان گڏ
ڀارت ڏانهن ٻه اسانجي سنڌين جي ورتي ورتي، ان
لاءِ اهي ميلاپ به گڏيا ويا آهن، جي عام چالو گيتائن ۾
پروڙيءَ طرح ڪين ڏنل آهن.

شل اسين گيتا جي سچي معنا ڄاڻي ان جو سواد ماڻي
من ۾ نڪا پاس ڪري، ان مان مڪتي پد کي پائون،
اها آهي هن شاستر جي پرڪاشن ڪرڻ جي مراد.

## شروعات

پنج هزار سال کان به اڳ جي ڳالهه آهي. راجا
ڌرتراشٽر جي پٽن ڪورون لڳيءَ سان پنهنجي سوٽن
راجا پانڊوءَ جي پنجن پٽن پانڊون کان جوا کرائي سندن
راڄ کسي ورتو هو. ان ۾ شرط هو ته تيرهين سال بنواسي
ٿي رهندا. اهو مدو پورو ٿيو، تڏهن پانڊون
موٽي اچي ڪورون کان راڄ گهريو، پر سورداس راجا
ڌرتراشٽر جي وڏي پٽ دريوڌن راڄ موٽائڻ کان انڪار
ڪيو. سري شري ڪرشن مهاراج ڪين سمجهائڻ ويو، پر
دريوڌن چيو ته سئي جي نوڪ جيترو راڄ به ڪين
ڪين ڏيندس. تڏهن پانڊون پنهنجي ملڪ موٽڻ
واسطي لاءِ جنگ ڪرڻ جو ٺهراءُ ڪيو. سندن ڪورن سان
ڪٽنب ۽ ملڪن جا راجائون مهاراجائون پنهنجون
۽ اچي ڪرڪشيتر جي ميدان تي ڪٺا ٿيا.

## اڌياءِ پهريون

ڌرتراشٽر چيو - "هي سنجيه! ڌرم ڀومي ڪُرڪشيتر ۾ جنگ جي اڇا سان ڪٺي ٿيل منهنجي ۽ پانڊو جي پٽن ڇا ڪيو؟"

سنجيه چيو - "ان وقت دريوڌن ڄڱي ريت سان بيهاريل پانڊون جو لشڪر ڏسي دروڻاچارج وٽ وڃي چوڻ لڳو- "هي آچارج! اوهانجي ذهين شش دروپد جي پٽ (ڌرشٽ ديومن) جو ڄڱي ريت ٺهار ڪري بيهاريل وڏو لشڪر ته ڏسو. هتي ته ڀيم ۽ ارجن جهڙا وڏا سوروير ۽ ڌنش ڌاري يُيُڌان (ساتيڪي)، وراٽ ۽ دروپد مهان مهارٿي، ڌرشٽ ڪيتُ، چيڪتان، ڪاشيءَ جو راجا، پرجت ۽ ڪنتي ڀوج جهڙا اُدار ۽ منشن ۾ سرشٽ شئبيه ۽ پراڪرمي يڌامنيو ۽ ٻلوان اُتموجا، سڀدرا جو پٽ، (ابيمنيو) ۽ دروپديءَ جا پنج ئي پٽ، اهي سڀئي مهارٿي آهن. هي ٻراهمڻن ۾ سرشٽ (دروڻاچارج) ! اسانجي طرف

نه جهڙي مکيه لڳا آهن، آهي نه سمجهي چڙهو. اوهان جي
جاڻ لاءِ منهنجي سينا ۾ جهڙي سينائتي آهن، آهي
ڀڳاواسو تو- آوهين، ڀيشم پتامهه، ڪرڻ ۽ جنگ ۾
سوڀارو ڪرپاچار، ۽ آهڙو ئي اشوٿاما، وڪرڻ ۽
سومدت جو پٽ (ڀوُر شروا)، ٻيا نه گهڻيئي ٻهادر
ڪيترن ئي قسمن جا هٿيار ڌرو هار ڀري مون لاءِ جيئڻ
جي آس ڇڏي آيل سڀ جنگ ۾ ڀڙ آهن. ڀيشم پتامهه
جي رکيا هيٺ اسان جي اها سينا هر طرح جيتڻ کان
ٻري آهي ۽ ڀيم جي رکيا هيٺ (پانڊون جي) سينا
جيتڻ ۾ آسان آهي. الڪري توهين سڀئي مورچي تي
پنهنجي پنهنجي جاءِ تي بيهي ڀيشم جي ئي سڀني
پاسن کان رکيا ڪريو." [اهو ٻڌي] ڪورون ۾ پيرسن
وڏي پرتاپي پتامهه (ڀيشم) اُن (دريوڌن) ۾ خوشي
پيدا ڪرڻ لاءِ وڏي آواز سان شينهن جهڙي آواز وارو
گرجنا ڪندڙ شنک وڄايو. ان پڄاڻا شنک، نغارا،
ڍول، مردنگ ۽ ترڻون وڄڻ لڳيون. اهو آواز ڏاڍو
ڀيانڪر ٿيو. تڏهن سفيد گهوڙن واري اُتم رٿ ۾ ويٺل
مادو (شري ڪرشڻ) ۽ ارجن نه عجيب شنک وڄايا.
هرشيڪيش (شري ڪرشڻ) پانچجنيه سنک، ڌننجيه
(ارجن) ديودت شنک ۽ ڀيانڪ ڪرم ۽ وڏي پيٽ
واري (ڀيمسين) پونڊر مها شنک وڄايا. ڪنتي پتر
راجا يڌشٽر اننت وجيه (شنک)، نڪل ۽ سهديو سگهوش

۽ ميٺي ٻنهي (اڳ وارا) شنک وڄايا، سرشٽ ڏنش
وارو، ڪاشي جو راجا، مهارٿي شکنڊي، ڌرشٽديومن،
راجا وراٽ ۽ سوڀاري ساتيڪي، راجا ڊروپد، دروپديءَ
جي پٽن پڻ ۽ وڏين ٻانهن واري سڀدرا جي پٽ
(ابيمنيو) انهن سڀني، هي راجن! الڳ الڳ شنک
وڄايا ۽ انهي ڀيانڪ آواز آڪاش ۽ ڌرتي کي ڳڙڪائي
ڌرتراشٽر جي پٽن جا هردا ڏاري ڇڏيا. هي راجن! اُن
ويل هنومان جي نشان واري جهنڊي سان رٿ ۾ ويٺل
ارجن ڌرتراشٽر جي پٽن کي بيٺل ڏسي، انهيءَ هٿيارن
هلائڻ جي تياريءَ ۾ ويٺل ڏنش کڻي هرشيڪيش
(ڪرشن) کي هي وچن چيا - "هي اچيت (ڪرشن)!
منهنجي رٿ کي ٻنهي سينائن جي وچ ۾ بيهار، ته
آءٌ ته مان انهن جنگ جي ڪامنا وارن کي ڏسان
۽ ڏسان ته جنگ رُوپي وهنوار ۾ مونکي ڪن ڪن
سان جنگ ڪرڻ مناسب آهي. دربدي (بريءَ سمجهه
واري) ڌرتراشٽر جي پٽ (دريوڌن) جو جنگ ۾ ڀلو
چاهيندڙ جيڪي هي (راجائن) هن سينا ۾ آيل آهن
انهن لڙاڪن کي ته مان ڏسندس."

سنجيه چيو - هي ڀارت (ڌرتراشٽر)! گڊاڪيش
(ارجن) جي انهن چوڻ تي هرشيڪيش (ڪرشن)
ٻنهي سينائن جي وچ ۾ ڀشم ۽ درونآچاريه جي اڳيان ۽

چيو "پارٿ! هنن گڏ ٿيل ڪورون کي ڏس" تڏهن
پارٿ (ارجن) اتي ٻنهي سينائن ۾ بيٺل چاچن، ڏاڏن،
آچاريه (گرن)، مامن، ڀائرن، پٽن، پوٽن، مترن، سهرن
۽ سڄڻن کي ڏٺو. انهن سڀني بيٺلن مٽن مائٽن کي ڏسي
ڏاڍي ديا سان ڀرجي ڪنتي پتر (ارجن) ڏک ڪندي
اهين چيو—

ارجن چيو — "هي ڪرشن! هن جنگ جي اڇا
واري بيٺل پنهنجن مٽن جي ميڙ کي ڏسي منهنجا انگ
لستا ٿي ويا آهن، منهنجو وات سڪي رهيو آهي،
منهنجو شرير ڏڪي رهيو آهي ۽ منهنجا لڱ ڪانڊارجي
رهيا آهن. هٿن مان گانڊيو (ڌنش) ڪري رهيو آهي.
کل به ڏاڍي ٿي جلي ۽ منهنجو من منجهي رهيو آهي،
ان ڪري بيهڻ جي به سگهه ڪانه ٿو ساريان. هي
ڪيشو! سوڻ به اُبتا پيو ڏسان. جنگ ۾ پنهنجي کي
مارڻ ۾ ڀلائي به ڪانه ٿو ڏسان. هي ڪرشن! مان
سوڀ نه ٿو چاهيان ۽ راڄ جي سکن جي به اڇا ڪانه
اٿم. هي گوونڊ! اسان جو راڄ سان ڪهڙو پرايوجن؟
[ڇاڪاڻ ته] اسين جن لاءِ راڄ، ڀوڳ ۽ سک چاهيون ٿا،
اهي ته سڀ ڌن ۽ جيوت جي آشا ڇڏي جنگ ۾ بيٺا
آهن. هتي گرو، چاچا، پٽ، ڏاڏا، ماما، سهرا، پوٽا،
سالا ۽ سنبندي آهن. هي مڌسودن! اهي مون کي
مارين، ڀلي ٽنهي لوڪن جو راڄ ڪٿي ملي ته به انهن
کي مارڻ نٿو گهران، (ته پوءِ) ڀرٿويءَ جي راڄ لاءِ ڇا جي

ٿي ڇا؟ هي جناردن! ڌرتراشٽر جي پٽن کي ماري ڇا
اسين خوش ٿينداسين؟ هنن پاپين کي مارڻ ڪري اسان
کي پاپ ٿي لڳندو. ان ڪري هي مادو! پنهنجن
ڀائرن، ڌرتراشٽر جي پٽن کي مارڻ اسان لاءِ ٺيڪ ڪين
آهي، ڇاڪاڻ ته پنهنجن ڪٽنبن کي ماري سکي ڪين
ٿينداسين. جيتوڻيڪ لوڀ ڪري ڀرشٽ ٿيل چت وارا
هي ڪل جي ناس ڪرڻ جي دوش (گناه) کي ۽ مترن
سان دروهه ڪرڻ جي پاپ کي نٿا ڏسن، (پر) هي
جناردن! ڪل جي ناس ڪرڻ جي دوش کي ڄاڻندڙ
کي الهيءَ پاپ کان بچڻ لاءِ ڇو نه ويچار ڪرڻ گهرجي؟
ڪل جي ناس ٿيڻ سان ڪل جو پراڻو ڌرم ناس ٿي
وڃي ٿو، ڌرم جي ناس ٿيڻ سان سڄي ڪل کي پاپ
۾ ڏاڍو دٻائي ٿو، هي ڪرشڻ! پاپ جي وڌڻ سان
ڪل جون استريون بگڙن ٿيون ۽ ڪل جي استرين جي
بگڙڻ لي سنتان بگڙيل ٿئي ٿي. اهڙا بگڙيل سنتان ڪل
گهاتڪن کي ۽ ڪل کي نرڪ ۾ نيندڙ ٿئي ٿي. (وڏن
لاءِ) جل ۽ پنڊ جي ڪريا گم ٿيڻ لي انهن جا پتر نه
ڪرن ٿا (انهيءَ درگتي ٿئي ٿي). ان ورڻ سنڪر
ڪندڙ دوشن ڪري ڪل گهاتڪن جو سنائن (پراڻو)
ڪل ڌرم ۽ جاتي ڌرم ناس ٿي وڃن ٿا. هي جناردن!
ڪل ڌرم ناس ٿيل وارن منشن کي ڪيتري وقت تائين
نرڪ ۾ واسو ڪرڻو پوي ٿو، ائين ٻڌو اٿئون. هاءِ!

جنهن جي سواري گروڙ تي آهي، جنهن جي مهما سدائين قائم آهي، جو شيش ناگ جي سيج تي ليٽيو پيو آهي، اسين ان مها وشنوءَ جي اُپاسنا ڪريون ٿا."

هڪ وقت جي ڳالهه آهي ته مرتالي دئت کي ناس ڪندڙ وشنو شيش ناگ تي ليٽيو پيو هو ته سيتلي لوڪن کي سک ڏيندڙ لڇميءَ پڇيو ته "اوهين سڄي جڳت جي پالنا ڪندي به پنهنجي شڪتيءَ کان بيرواه ٿي ڪيئن ساڳر ۾ ننڊون ڪري رهيا آهيو، تنهنجو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟"

**ڀڳوان** فرمايو ته "هي سندري مان ننڊ ۾ ڪونه آهيان، مان ته پنهنجي انتر درشتيءَ سان پنهنجي تي مهيشور تيج جو ساڪيا ڪار ڪري رهيو آهيان. ڏاري! هي اهوئي تيج آهي، جنهن جو يوگي ڪشل ٻڌيءَ دوارا پنهنجي انتهڪرڻ ۾ درشن ڪن ٿا ۽ جنهن کي ميمانسڪار ودوان ويدن جو سار تتو نشچي ڪن ٿا. اهو مهيشور تيج هڪ اڄر، پرڪاش سروپ، آتم روپ، روڳ ۽ شوڪ (دک) کان رهت، اکنڊ آنند جو ڀنڊار، اچل ۽ دئت رهت آهي. هن جڳت جو جيون اُهي آڌار آهي. مان انجو اُپاءُ ڪريان ٿو. هي ڏاري اهوئي ڪارڻ آهي جو مان توکي ننڊ ڪندو معلوم ٿيان ٿو."

کي ۽ چرن ڪمل جاڳ. ان وقت اها ارڙهن ڏهاڙ
روپي اڪوري مورلي سمجهڻ گهرجي. اها گيان مال
سان ٿي مهان پاپن جا پاپ به ناس ڪندڙ آهي. جهڪ
الم پڙهيءَ وارو پرش گيتا جي هڪ ٻيا اڌ اڌ پاءُ
هڪ، ڏاڏڙيا چواڻي شلوڪ جو به ڏهاڙي ابياس ڪري
ٿو، اهو سشرما والڪر جيون مڪت ٿي وڃي ٿو."
اچي پڇڻ لڳي ته "ديوا! سشرما ڪيڙهو
ڪهڙي جاءِ جو هو؟ ان جي مڪتي ڪيئن ٿي
هئي؟ اهو ٻڌايو."
ڀڳوان فرمائڻ لڳو ته "هي پياري! سشرما ٻاڪل
ڪرڻي پڙهيءَ وارو آدمي هو. پاپن جو سرمور هو
هنجو جنم ولڏ گيانه همه ۽ پاپ ڪرم ڪندڙ ارهن
ڪل م ٿيو هو هو نه ڌيان ڪندو هو ۽ نه جپ ۽ نه
هون ڪندو هو ۽ نه پنهنجي مهمان جو ستڪار. ه
وشين وڪارن ۾ غلطان رهندو هو. هو هر هلا ڪيدو ه
۽ ٻن وڪڻي گذارو ڪندو هو. هو شراب پيئڻ ۽ ماس
کائڻ ۾ مست رهندو هو. ان وقت هن پنهنجي کهٽي
جهوس ڪاٽي. هڪ ڏينهن هو هڪ رشيءَ جي زالڪ
۾ پن گڏ ڪرڻ لاءِ چڪر هڻي رهيو هو ته ڪال روا
ڪاري ناگ هن کي ڪکيو. سشرما مري ويو ان
لوڪن جا ڪيترا دک سهي وري مرتيو لوڪ ۾ آيو
اچي ٻار پوٽهندڙ ٻڪر ٿيو. ان وقت هڪ پنگاي

هڪ ڏينهن گرمين ۾ هڪ گرم رستي تي ٿڪو هوس
۽ اُتان هڪ سرهڻ مٿي اچي لنگهيو جنهن مون کي
ڪٽي ڇڏيو ۽ رکيو. رشيءَ جا ٻار روز گيتا جي پڙهڻ
آڏياءَ جو پاٺ ڪندا هئا. مان به روز وري وري
پاٺ ڪندو هوس. هڪ ڏينهن هڪ چور مون کي
اُتان چورائي، جنهن هن دڙيءَ وٽ اچي مون کي
وڪيو. اهو ئي مهاجن وراڻيو آهي. مون ان پڙهڻ
آڏياءَ جو ابياس ڪيو هو، جنهن ڪري پاپ کان مڪت
ٿيو آهيان؛ ان ڪري ئي ولشما جو هردو به شڌ ٿيو
آهي ۽ ان ڪري سڀني ئي پاپ مان مڪت ٿيو هو."
اهو چائي ٻئي گيتا جي پڙهڻ آڏياءَ جي مهما چائي
سدائين اُن جو پاٺ ڪندا رهيا ۽ گهڻن پراڻين کي
مڪت ٿي ويا. ان ڪري جيڪو گيتا جو پڙهڻ
آڏياءَ پڙهندو، ٻڌندو يا ابياس ڪندو، اُن کي هيءُ
ڀوساگر پار ڪرڻ ۾ ڪا تڪليف ڪانه ٿيندي.

# اڌياءُ ٻيون

**سنجيه چيو** - اهڙيءَ ريت دَيا سان ڀريل ۽ ڳوڙهن سان ٽمٽار ۽ وياڪل نيڻن واري ڏکي ارجن کي مڌسودن (ڪرشن) هي وچن چيا:

**شري ڀڳوان چيو** - ”هي ارجن! ڪٿوکي هن اوکيءَ ويل هي اگيان ڪيئن آيو آهي؟ ڇاڪاڻ ته اهو نڪي سرشٽ پرشن کان عمل ۾ آندو ويو آهي، نڪي ته اهو سرڳ ڏيڻ وارو آهي، پر اپڪيرتي پيدا ڪندڙ آهي. (انهيءَ ڪري) هي ارجن! نامرد نه ٿيءُ. اهو توهان جي لاءِ ٺيڪ ناهي. هي پرنتپ (دشمن کي هيسائيندڙ)! دل جي ايڏي ڪمزوري ڇڏي (لڙائيءَ لاءِ اٿي کڙو ٿيءُ.“

**ارجن چيو** - ”هي مڌسودن! مان ٻڌ جي ميدان ۾ ڀيشم ۽ دروڻاچارج سان تيرن سان ڪيئن لڙائي ڪندس، ڇاڪاڻ ته هي ارسوُدن (ويرين کي ناس ڪندڙ)! اهي ته پوڄا لائق آهن. انهن مهان تيڄ وارن گرن کي مارڻ کان هن لوڪ ۾ ڀکيا جو ٽڪر ڀي کائڻ چڱو آهي، (ڇاڪاڻ ته) گرن کي ماري ته هن لوڪ ۾ رت سان رنگيل ارٿ ۽ ڪام روپي ڀوڳ ئي ته ڀوڳيندس. اسين اهو ٻه نٿا ڄاڻون ته اسين جيتينداسين يا اسان کي هو جيتيندا. جن کي ماري اسين جيئڻ ٻه نٿا چاهيون، اهي ئي ڌرتراشٽر جا پٽ اسان جي سامهون

جيئن جيو آتما جي هن ديهه ۾ ٻالپڻ، جواني ۽ ٻڍاپي
اوستا ٿئي ٿي، تيئن ئي اُن شرير جي ڇڏڻ تي ٻئي
الهيءَ وشيه ۾ ڌيرجوان پرش کي موهه نٿو ٿئي (يعني
جيئن ٻالپڻ جواني ۽ ٻڍاپو اِستول شرير جي بدلجڻ
ڪري سڀ آتما ۾ ڀاسي ٿي، تيئن هڪ شرير مان ٻئي
شرير کي پراپت ٿيڻ روپي سوکشم شرير جي بدلجڻ
ڪري سڀ ئي آتما ۾ ڀاسي ٿي. انهيءَ ڪري اصليت
ڄاڻندڙ ڌيرپرش هن بابت موهه ۾ نٿو پوي.) هي
ڪنتي پتر! سردي گرمي، ۽ سک ڏکندڙ اندرين ۽
وشين جو سنجوڳ، بي بقا ۽ فاني آهن. انهيءَ ڪري
هي ڀارت ارجن! اُهي تون سهه. هي پرشن ۾ سرشٽ!
ڏک سک کي سمان (برابر) سمجهڻ واري جنهن ڌير
جوان پرش کي هي (اندرين جون وشيون) وياڪل
نٿيون ڪري سگهن، اهو موکش جي لائق ٿئي ٿو.
اَست (ڪوڙيءَ) وستوءَ جي نه ستا (هستي) ڪانهي
۽ ست جو اڀاءُ (نه هئڻ) ڪونهي. اُنهن ٻنهي کي
تتو-گياني ڏسن ٿا (ڄاڻن ٿا). (انهيءَ موجب) ناس
رهت (اَبناسي) تہ اُن کي ڄاڻ، جو ساري جڳت ۾
سمايل آهي. انهيءَ اَبناسيءَ جو ناس ڪرڻ وارو ڪوئي
سمرٿ ڪونہ آهي. هي ناش رهت اپرميه سروپ آتما
جا هي سڀ شرير ناسوان چيا ويا آهن. انهيءَ ڪري
ڀارت! تون يڌ ڪر جو هن (آتما) کي مارڻ وارو
سمجهي ٿو ۽ جيڪو هن کي مئل سمجهي ٿو، اهي ٻئي

ٿا ڄاڻن ۽ (ڇاڪاڻ ته) هيءُ (آتما) ڪنهن به سمي نه
ڄمي ٿو ۽ نه مري ٿو، يا لڪي هيءُ آتما پيدا ٿيو ۽ نه
وري ٿيڻ وارو آهي. هيءُ نه ڄم رهت نتيه سنتان ۽
پراچين پراڻو آهي. شرير جي ناس ٿيڻ تي به هيءُ ناس
ٿو ٿئي. هي پارٿ! جو (پرش) هن آتما کي اناسي
نتيه، اڄنما (نه ڄمندڙ) ۽ وڪار رهت سمجهي ٿو،
اهو پرش ڪيئن ڪنهن کي ماراڻي ٿو ۽ ڪيئن ڪنهن
کي ماري ٿو؟ (جيڪڏهن ڪو چوي ته ماڻ شرير
جي جدائيءَ جو ڏک ڪريان ٿو، ته اهو به واجب
ڪونهي، ڇاڪاڻ ته) جيئن ماڻهو پراڻا ڪپڙا لاهي نوان
ڪپڙا پائيندو آهي، تيئن جيو آتما پراڻا شرير تياڳي،
نيا نوان (شرير) پراپت ڪندو آهي. هن آتما کي هٿيار
ڪپي نٿا سگهن، هن کي باهه جلائي نٿي سگهي، هن کي
پاڻي آلو نٿو ڪري سگهي ۽ هوا سڪائي نٿي سگهي.
هي آتما نه ڪپجي سگهجي ٿو، نه جلائي سگهجي ٿو،
نه آلو ڪري ۽ نه سڪائي سگهجي ٿو. هيءُ (آتما)
نتيه، سڀ ۾ سمايل، اچل، قائم رهڻ وارو ۽
سنات آهي. هيءُ الدرپان ۽ من کي ڪم پهچي نٿي سگهجي
هي آتما وڪار کان رهت آهي، نه بدلجندڙ چيو وڃي ٿو،
انهيءَ ڪري ارجن هن آتما کي اهڙو ڄاڻي شوڪ ڪرڻ
نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو هن کي سدا ڄمڻ ۽ مرڻ وارو
سمجهي، تڏهن به هي مهاٻاهو (ارجن)! ارجي اهڙيءَ طرح
[illegible] ڇاڪاڻ ته ڄمڻ واري جو

هڪ مؤت ۽ مرڻ واري، جو هڪ جنم ٿيڻ وارو آهي،
انهيءَ ڪري ه لوڪي انهيءَ اڻ ٽر ڳالهه جو شوڪ ڪرڻ
لوڳيه ناهي (هي ڀيشم وغيره جا) شرير مايا وارا هئڻ
ڪري انتيه آهن ۽ انهيءَ ڪري شريرن لاءِ به شوڪ
ڪرڻ واجب ناهي، (ڇاڪاڻ ته) هي ڀارت! سڀئي
پراڻي جنم کان اڳ بنا شرير هئا ۽ مرڻ بعد به بنا شرير
ٿي ٿيندا، فقط وچ ۾ شرير وارا ٿين ٿا، پوءِ ان بابت
ڏک ڇا جو؟ (جيئن ته آتما هيءَ راز ڀرئل آهي،
انهيءَ ڪري) ڪوئي هن آتما کي حيرت وچان ڏسي
ٿو، ڪوئي هنجو حيرت جيان بيان ڪري ٿو، ڪوئي
هنکي حيرت جيان ٻڌي ٿو ۽ ڪوئي ٻڌي به
هنکي نٿو سمجهي (يعني گروءَ ۽ شاسترن جي اپديش
ڏوارا مهاپرش آتما جو عجيب ساکياتڪار ڪن ٿا، ان
آتما جو سنڪرو ششن کي عجيب ورڻن ڪري ٻڌائين ٿا،
ٻر ڪي اهي به آهن، جي اهو آتم اپديش ٻڌي به
سمجهن نٿا.) هي ڀارت! هيءَ آتما سڀني جي شريرن
۾ سدائين نه مارجي سگهڻ جو آهي، انهيءَ ڪري سڀني
پراڻين لاءِ لوڪي شوڪ ڪرڻ نه گهرجي، پنهنجو ڌرم
ڏسي به لوڪي ڪنبڻ ڪين جڳائي، ڇاڪاڻ ته ڌرم-يڌ
کان وڌيڪ ٻيو ڪوئي ڪلياڻڪاري خرض ڪتري لاءِ
ڪونهي. هي ڀارت! آزخود پراپت ٿيل ۽ کليل سرڳ
جي دروازي روپي هن قسم جي يڌ ڀاڳ وارا ڪتري ئي
ڪن ٿا. جيڪڏهن تون هيءَ ڌرم-يڌ نه ڪندين ته

هڪ موت ۽ مرڻ واري، جو هڪ جنم ٿيڻ وارو آهي،
انهيءَ ڪري ، توکي انهيءَ اڻ ٽر ڳالهه جو شوڪ ڪرڻ
ٺهڪي ناهي (هي ڀيشم وغيره جا) شرير ناس وارا هئڻ
ڪري انيه آهن؛ انهيءَ ڪري شريرن لاءِ به شوڪ
ڪرڻ واجب ناهي، (چاڪاڻ ته) هي ڀارت! سڀئي
پراڻي جنم کان اڳ بنا شرير هئا ۽ مرڻ بعد به بنا شرير
ٿي ٿيندا، فقط وچ ۾ شرير وارا ٿين ٿا، پوءِ ان بابت
ڏک ڇا جو؟ (جيئن ته آتما هيءَ راز ڀريل آهي،
انهيءَ ڪري) ڪوئي هن آتما کي حيرت وچان ڏسي
ٿو، ڪوئي هنجو حيرت جيان بيان ڪري ٿو، ڪوئي
هنکي حيرت جيان ٻڌي ٿو ۽ ڪوئي ڪوئي ٻڌي به
هنکي نٿو سمجهي (يعني گروءَ ۽ شاسترن جي اُپديش
دوارا مهاپرش آتما جو عجيب ساکياتڪار ڪن ٿا، ان
آتما جو سنگرو شش کي عجيب ورڻن ڪري ٻڌائين ٿا،
ٻر ڪي اهي به آهن، جي اهو آتم اُپديش ٻڌي به
سمجهن نٿا.) هي ڀارت! هيءَ آتما سڀني جي شريرن
۾ سدائين نه مارجي سگهڻ جو آهي، انهيءَ ڪري سڀني
پراڻين لاءِ توکي شوڪ ڪرڻ نه گهرجي، پنهنجو ڌرم
ڏسي به توکي ڪنبڻ کين جڳائي، چاڪاڻ ته ڌرم-اڌ
کان وڌيڪ ٻيو ڪوئي ڪلياڻڪاري فرض ڪشتري لاءِ
ڪونهي. هي ڀارت! آڌرود پراپت ٿيل ۽ کليل سرڳ
جي دروازي روپي هن قسم جي اڌ ڀاڳ وارا ڪشتري ئي
ڪن ٿا. جيڪڏهن تون هيءَ ڌرم-اڌ نه ڪندين ته

(ويچار) هڪ ئي ٿئي ٿي، پر چلائمان ٻڌيون گھڻن
ئي لهرن جيان انيڪ ٿين ٿيون. هي پارٿ! جيڪي
سڪامي پرش ويد وچنن جي فقط ڪرم جي پراپتيءَ ۾
پريت رکڻ وارا سرڳ کي ئي تمام سريشٽ مڃين ٿا ۽
ان کان وڌيڪ ڪجھ نٿا سمجھن ۽ سي اوويڪي لوڪ
جنم روپي ڪرم ڦل ڏيندڙ ۽ ڀوڳ ۽ ڌن دولت جي
پراپتيءَ لاءِ گھڻين ڪريائن جو وستار ڪندڙ ان طرح
جي ٻاهران سونهن (مٺاج) واري واڻي چون ٿا.
انهيءَ (واڻيءَ سان پرسن چت ۾ نشچيه واري (پڪي)
ٻڌي نٿي رهي (يعني انهن جو پڪو نشچو نٿو رهي).
هي ارجن! ويد ٽن ئي گڻن جي ڪاريه روپي وشيه کي
ظاهر ڪندڙ آهن. (انهيءَ ڪري تون) نشڪامي ٿي
مخالفتي جوڙن (سک دک وغيره) کان پري ٿي، نت
وستوءَ ۾ قائم ۽ يوگ کيم (ميڙڻ ۽ سانڍڻ) کان رهت
ٿي آتما ۾ لين ٿيءُ. گياني (برهم ويتا) کي سڀني
ويدن جي واڻيءَ ۾ اوترو ئي پرئوجن ٿو رهي، جيترو
ماڻهوءَ کي هڪ پاڻيءَ سان ڀريل وڏي تلاءَ پراپت ٿيڻ
تي پاڻيءَ لاءِ ننڍن تلائن جي ضرورت نٿي رهي؛
اهڙيءَ طرح ئي برهم آنند جي پراپتي ٿيڻ تي آنند
جي پراپتيءَ لاءِ ويدن پڙهڻ جي ضرورت نٿي رهي).
تنهنجو ڪرم ڪرڻ ۾ ئي اڌڪار رهي؛ ان جي ڦل
(نتيجي) ۾ ڪڏهن به نه، تون ڪرمن جي ڦل جي اڇا
نه رک، تنهنجي ڪرم نه ڪرڻ ۾ به پريت نه ٿئي. هي

ڌنجيه! موهه لهائي، ڪاميابيءَ ۽ ناڪاميابيءَ ۾ سمان
ٻڌيءَ وارو ٿي، يوڳ ۾ قائم رهي، ڪرم ڪر. هيءَ
سمانتا (سک ڏک ۾ برابر رهڻ) ئي يوڳ سڏجي ٿي.
(هن سمانتا روپي) ٻڌي يوڳ کان (سڪامي) ڪرم
يعني ڦل جي چاهنا سان ڪيل ڪرم تمام ننڍا آهن،
انهيءَ ڪري هي ڌنجيه! سمان ٻڌي يوڳ جي شرڻ
وٺ، ڇاڪاڻ ته ڦل جي چاهنا رکندڙ تمام ڪنجوس
آهن. (سمان) ٻڌيءَ وارو هن لوڪ ۾ پاپ ۽ پن ٻنهي
کي لاهي ڇڏي ٿو جهڙي آهن ۾ لٿو ڦاسي. انهيءَ
ڪري تون (سمان ٻڌي) يوڳ لاءِ ئي ڪوشش ڪر.
هيءُ يوڳ ئي ڪرمن ۾ اڪر آهي، يعني ڪرم جي بندن
کان ڇٽڻ جو اپاءُ آهي. ٻڌي يوڳ وارا گياني ڪرمن
مان پيدا ٿيندڙ ڦل لهائي جنم روپي بندن کان ڇٽي،
اموت وارو پرم پد پراپت ڪن ٿا. جڏهن تنهنجي ٻڌي
موهه روپي دلدل مان ڇٽي پار پوندي، تڏهن تون
ٻڌڻ لائق ۽ ٻڌل جي ويراڳ کي پراپت ٿيندين يعني
ڪرمن جي ٻڌل ڦل جي اڇا رهت ٿيندين. جڏهن
الوڪ لسمن جي سڌانتن ٻڌڻ سان ڇڙول ٻڌي سماڌيءَ
۾ سروپ اچل ۽ استر ٿيندي، تڏهن (سمانتا روپي)
يوڳ پراپت ڪندين."

**ارجن چيو** - "هي ڪيشو! سماڌيءَ ۾ استت
ستر ٻڌيءَ واري جا لڇڻ ڪهڙا آهن؟ استر ٻڌيءَ
ڳالهائيندو آهي؟ ڪيئن هلندو آهي؟"

**شري ڪرشن چيو** – ”هي پارٿ! جڏهن (منش)
من جون سموريون ڪامنائون تياڳي ٿو ڇڏي، تڏهن
آتما سان آتما ۾ ئي پرسن ٿيل اسٿر ٻڌيءَ وارو ڪوٺجي
ٿو. جنهنجو من دک ۾ ماندو نٿو ٿئي ۽ سکن ۾ جنهنجي
اڇا دور ٿي ويئي آهي، جنهنجا راڳ (محبت)، ڀؤ ۽
ڪروڌ ناس ٿي ويا آهن، (اهڙو) مني اسٿر ٻڌيءَ
وارو ڪوٺبو ٿو. جيڪو هر هنڌ سنيهه رهت آهي يعني
جو ڪنهن ۾ به موهه نٿو رکي ۽ سڀني شڀ ۽ اشڀ
پدارٿن جي پراپت ٿيڻ تي نه پرسن ٿئي ٿو ۽ نه دويش
ڪري ٿو، انجي ٻڌي اسٿر آهي. جيئن ڪڇون پنهنجا
انگ (پير وغيره) سميٽي ڇڏيندو آهي، تيئن جو پرش
هر طرف کان پنهنجون * اندريون انهنجي وشين کان
سميٽي ٿو، انجي ٻڌي اسٿر ٿئي ٿي. (وشين کي)
نه گرهڻ ڪرڻ جون وشيون نه اورت ٿين ٿيون، پر
موهه نه (يعني انهن وشين لاءِ ڪشش دور نٿي ٿئي).
انجو موهه پرماتما جي ساکياتڪار ٿيڻ سان ئي نورت
ٿئي ٿو. هي ڪنتي پتر! گهڻي يتن ڪندڙ ٻڌيوان پرش
جي من کي به اهي ٻلوان سڀاءَ واريون اندريون زور ريءَ

* گيان اندريون پنج آهن – اکيون، ڪن، نڪ،
جيڀ ۽ چمڙي. اسٿر ٻڌيءَ وارو انهنجي وشين روپ،
شبد، گنڌ، رس ۽ سپرش کان انهنکي روڪي ڇڏيندو
آهي يعني اهي انجي وس ۾ رهنديون آهن.

ڳهاي وڃن ٿيون يعني وڪارن ۾ ڦاسائين ٿيون. (اهڙيءَ
ڪري مالڪءَ کي ڪٻي ڪه ) انهن سڀني (اندرين) کي
وس ۾ ڪري، مون ۾ لين ٿي وڃي. جنهن مڻش جون
اندريون وس ۾ ٿين ٿيون، تنهنجي بُڌي استر ٿئي ٿي،
ٻُروشن جي چٽن ڪندڙ مالڪ جو انهن وشين سان
سنگ ٿي وڃي ٿو. سنگ مان ڪامنا پيدا ٿئي ٿي،
ڪامنا (پُر وکهن ٿيڻ) سان ڪروڌ پيدا ٿئي ٿو. ڪروڌ
مان اوويڪ (موڙهتا) پيدا ٿئي ٿو. اوويڪ سان سمرتي
شڪتي (حافظو) گهٽجي وڃي ٿي ۽ سمرتي شڪتي
ناس ٿيڻ ڪري بُڌي (گيان شڪتي) ناس ٿي وڃي
ٿي (يعني اوچي پد تان ڪري پوي ٿو.) جنهن،
پنهنجي وس ڪيو آهي، اهو راڳ دويش (موهه ۽ نفرت)
کي هٽائي اندرين ذريعي وشين ڀوڳيندي به آتمڪ
(چِت) جي پرسنتا (نرملتا) پراپت ڪري ٿو. (انهي
من جي شد ٿيڻ ٿي) انجا سڀ دک دور ٿي وڃن ٿا
۽ پرسن چِت واري جي بُڌي جلدي چڱيءَ طرح استر
ٿي وڃي ٿي. (پر) اڻ ڪٽ (چنچل) پرش جي چت
۾ سمرلشٽ بُڌي ڪانه ٿي ٿئي، اهڙي چنچل ماڻهو
کي آتم گيان حاصل ڪرڻ جي ڀاونا به ڪانه ٿي ٿئي.
ڀاونا کان خالي ماڻهوءَ کي شانتي ڪانهي ۽ اشانتيءَ واري
ڪي ور ي سک ڪٿي؟ جاڪاڻ ته ...

رهي ٿو، اُها (هڪ اندري اُي) اهڙي (چنچل منش)
جي ٻدي کي وٺي ٿي. انهيءَ ڪري هي مهاباهو!
جنهنجون اندريون هر طرح جي وشين کان وس ۾ ڪيل
آهن، اُنجي ٻدي اِستر ٿئي ٿي. سڀني پراڻين لاءِ جا
رات آهي اُن ۾ سنجمي (اندرين کي جيتيندڙ) جاڳي
ٿو ۽ جنهن ۾ پراڻي جاڳن ٿا، منيءَ (تتو کي جاڻندڙ)
لاءِ اُها رات آهي (يعني جن وشين ڀوڳڻ لاءِ سنساري
ماڻهو جاڳن ٿا، گياني اُنهن لاءِ سُتل يا بيپرواهه رهن ٿا
۽ جڏهن عام لوڪ اگيان ۾ سُتل رهن ٿا، تڏهن گياني
برهم سروپ ۾ مگن ٿي رهي جاڳن ٿا.) جيئن سڀني طرفن
کان پوريءَ ريت اچل سمنڊ ۾ انيڪ ندين جو پاڻي
(اُن کي چلائمان نه ڪندي، اُن ۾) سمائجي وڃي ٿو،
تيئن ئي جنهن اِستر ٻديءَ وارو (منش) ۾ سڀئي ڀوڳ،
(ڪنهن به قسم جو وڪار پيدا ڪرڻ بنا ئي) سمائجي
وڃن ٿا، اُهو ئي پرم پد شانتي پراپت ڪري ٿو. هي
پارٿ! اِها براهمي اوستا (برهم کي پراپت ڪيل
جي حالت آهي. اُن کي پراپت ڪري گياني موهه ۾
نٿو ڦاسي؛ انتڪال ۾ انهيءَ شانتيءَ ۾ قائم رهي،
برهم آنند کي پراپت ڪري ٿو."

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اُپنشد ۽ برهم وديا يابت
يوگ شاستر جو شري ڪرشن ارجن سنواد جو "سانکيه
يوگ" نالي ٻيون ادياءُ پورو ٿيو.

سڪرما نالي هڪ ٻڌارن مهاتما رهندو هو ۽ ميدن ۾
اڀياسنا ڪندو هو. هو جهنگل مان گل ڦل چونڊي آڻيندو
هو ۽ نديءَ جي جل سان شنڪر ڀڳوان جي مورتيءَ کي
سنان ڪرائي انجي پوڄا ڪندو هو. گهڻي وقت کانپوءِ
هن وٽ هڪ اٿتي (مهمان) آيو. هن ڦل آڻي مهمان
کي ڏنا ۽ چيو ته ”هي ودوان! مان فقط ننڍو گيان جي
لڇا سان ڀڳوان شنڪر جي آرادنا ڪندو آهيان. اڄ اُن
آرادنا جو ڦل مليو اٿم، جو مون وٽ اوهان جهڙي
مهاپرش جو پڌارڻ ٿيو آهي.“ سڪرما جا اهي مٺڙ
ٻول ٻڌي، اُن آئل ليسري مهاتما کي ڏاڍي پرسنتا ٿي
۽ هڪ پٿر تي لکيل گيتا جو ٻيو آڌياءُ هنکي ڏنائين ۽
هنکي انجي پاٺ ڪرڻ جي آگيا ڏيندي چوڻ لڳو ته
”هي برهمڻ! هن مان تنهنجو آتم گيان سمبندي منورٿ
پاڻمرادو سڦل ٿي ويندو.“ ائين چئي هو اُتان انترڌيان
ٿي ويو. سڪرما ڪيترن ورهين ۽ هنجي آگيا موجب نت
گيتا جي ٻئي آڌياءَ جو اڀياس ڪرڻ لڳو انڪري هن
جو هردو شڌ ٿي ويو، هنکي آتم گيان جي پراپتي ٿي.
پوءِ جتي جتي ويو، اُتي اُتي ڀرپور شانت ٿي ويئي. اُن
۾ گرمي سردي، راڳ ديش (پيار ۽ نفرت) وغيره دور
ٿي ويا. نه فقط ايترو پر اُن استان کان بک ۽ پياس جو
ڪشٽ به ويندو رهيو ۽ ڀئي جو نالو به ڪونه رهيو.
اهو سڀ گيتا جي ٻئي آڌياءَ جي پاٺ ڪندڙ سڪرما
برهمڻ جي تپسيا جو ئي اثر آهي.“ متروان چيو ته

”ٻالڪ جي اهين جوڙ لاءِ مان اڪري ۽ جيئن اُن مندر
طرف وڃان ۽ اُتي رهي اُن ڀِتر لاءِ لڪل گيتا جو
ٻيو اُپديش مون ڏٺو ۽ پڙهيو. اُنجي پڙهڻ سان مون
لَهڻيا جو پار پاتو. هي سرشٽ ارهڻ! اوهان ۾ سدائين
ٻئي اُپديش جو پاٺ ڪندو ڪري، اهين ڪرڻ سان
مڪتي لڪان دور ڪين رهندي.“ ڳالهه پوري ڪري
تہ ”پياري! مترن جي اها آکيا پائي ديو شرما هنجي
ٻڌو ڪئي ۽ هِنڪي ٻرڻام ڪري ٻرلد ٻور جي واهه
ورتائين. اُتي ڪنهن مندر ۾ متي پيان ڪيل آلم ڪيائين
مهاتما کي پاڻي سڄي ڪهاڻي اُن کي ٻڌائائين. سڀ کان
پهرين اُن کان ٻيو اُپديش پڙهيائين ۽ اُن کان اُپديش
حاصل ڪري شُد هردي وارو سڪرما ڏاڍيءَ شرڌا
سان ٻئي اُپديش جو پاٺ ڪرڻ لڳو. تڏهن هن پرم پد
کي پراپت ڪيو. هي لڇمي! اها لوڪي ٻئي اُپديش جي
مهاتم جي آکاڻي ٻڌائم.“

جو ڪرم يوگ يابت مون اڳ جيڪو آکيو. (هاڻي ته)
ڪي ته مٿش ڪرمن جي نه ڪرڻ سان نشڪامتا کي
پراپت ٿئي ٿو (يعني ڪرمن هي ڦل کان ڇٽي ٿو) ۽ نه
نه ڪرمن جي تياڳ سان ٿي سڌيءَ (اندر پراپتيءَ)
کي پائي ٿو. ڇاڪاڻ ته ڪوبه ڪنهن به وقت هڪ کن لاءِ
به بنا ڪرم (ڪم ڪرڻ) جي ٿو رهي. هڪ ٿي هڪ
سڀڪنهن پرڪرتيءَ (سڀاءَ) مان پيدا ٿيل گڻن دوارا پروس
(لاچار) ٿي ڪرم ڪن ٿا. جيڪو اکيالي ڪرم اندرين
جي ورکن (روپ، گند، رس، شبد ۽ سپرش) کي من
سان چنتن ڪندو رهي ٿو ۽ اهو متٿياچاري (پاپي) چئبو
وڃي ٿو ۽ هي ارجن! جيڪو من سان اندرين کي وس
۾ ڪري اشڪام ٿي ڪرم اندرين سان ڪرم يوگ ۾
لڳي ٿو (ڪم ڪري ٿو)، اهو اتم آهي. تون شاسترن
جا پڌائل ڪرم ڪر، ڇاڪاڻ ته ڪرم نه ڪرڻ کان
ڪرم ڪرڻ اتم آهي. وري ڪرم نه ڪرڻ ڪري
تنهنجي شرير جو نرواه (گذارو) به نه ٿي سگهندو. اڳ
لاءِ (ڀڳوان جي لاءِ) ڪرم ڪرڻ کانسواءِ ٻيا ڪرم
(ڪرڻ سان) هي مٿش ڪرمن جي بندن ۾ ٻڌجي
ٿو، (انڪري) هي ارجن! ڦل جي اڇا ڇڏي، پرمالم
جي لاءِ چڱيءَ رنت ڪرم ڪر. پرجاپتيءَ (الهي
ڪندڙ ڀڳوان) ڪلپ (سرشٽيءَ جي شروعات ۾ اڳ

ڪرم يوگ آهي ڦل جي ڪامنا بنا اندرو ارپ
ڪرم ڪرڻ.

سميت پرجا (ماڻهن) کي چيو ته هن يگيه (ڀلي نشڪام
ڪرم) دوارا واڌارو ڪريو ته هي (يگيه) توهان کي
من گهريو ڦل ڏيندڙ ٿيس. انهن (يگيه ڪرمن) دوارا
ديوتائن (اُتم لوڪن) کي پرسن ڪريو ته اهي ديوتائون
توهانکي پرسن ڪندا. ان ريت هڪ ٻئي کي پرسن ڪندا،
پرم ڪلياڻ کي پراپت ٿيندا. يگيه دوارا پرسن ٿيل
ديوتائون توهانکي پيارا پدارٿ ڏيندا. انهن دوارا ڏنل
پدارٿن کي جيڪو انهن لاءِ ڏيڻ بنا ئي ڀوڳي ٿو، اهو
پڪ ئي چور آهي. يگيه مان اپڄيل اَن وغيره
کائيندڙ سنت (اُتم پرش) پاپن کان ڇٽن ٿا. جيڪي
پاپي پنهنجي لاءِ ئي رڌڻ پچائين ٿا، اهي ته پاپ ئي
کائين ٿا. سڀيئي جيو اَن مان ئي اُپجن ٿا، اَن برسات
مان پيدا ٿئي ٿو، برسات يگيه مان پوري ٿئي ٿي، يگيه
ڪرمن مان اُپجڻ ٿيندڙ آهي. ڪرم کي ويد (گيان)
مان پيدا ٿيل ڄاڻ. ويد اوناشي (پرماتما) مان اُپجن ٿيل
آهن. انهيءَ ڪري سرو وياپي برهم سدائين يگيه ۾
رهي ٿو. هي پارٿ! جيڪو هن لوڪ ۾ ان ريت
ورتاءُ نٿو ڪري، اهو اندرين جو آرام ڀوڳيندڙ پاپي
جيون وارو ئي وِرٿ ئي جيئي ٿو، پر جيڪو منش
آتما ۾ ئي رتل (ان سان پيار رکندڙ) ۽ آتما ۾ ئي ترپت
۽ آتما ۾ ئي سنتوشي ٿيندڙ (راضي رهندڙ) آهي،
ان لاءِ ڪو به لازمي ڪرم ڪونه آهي. انجو هن سنسار
۾ ڪجهه ڪرڻ سان لاڳاپو نه ڪرڻ سان ڪو پروجن

ڪرڻ آهي؛ ۽ ان هر سڀني پراڻين ۾ ڪو سوارٿ جو
سنبنڌ ڪرڻ آهي. (ڏٺو ته هو لوڪن جي ڀلائي لاءِ
ڪرم ڪري ٿو. اهڙي طرح نشڪام ٿيڻ سدائين
لازمي ڪرم ڇڳي؛ رڳو ڪرڻ جو نه نشڪام پرش
ڪرم ڪندي پرم گتيءَ کي پائي ٿو. جنڪ ۽ ٻيا
ڪرم دوارا ئي پرم سڌيءَ (مڪتيءَ) کي پراپت ٿيا
آهن. اهڙي اوڪ سنگرهه (ماڻهن جي ڀلائيءَ) کي
ڏسندي به ڪرم ڪرڻ ئي واجب آهي. (ڇاڪاڻ ته)
اتم پرش جيڪي هلت هلن ٿا، ٻيا ماڻهو به انهن جي
هلت موجب ئي هلن ٿا. اهي جيڪو مثال رکن ٿا،
لوڪ ان آڌار ورتا ڪن ٿا. هي ارجن! (جيتوڻيڪ)
مون لاءِ ٽنهي لوڪن ۾ ڪجهه به ڪرڻ لازمي ڪين
آهي ۽ ڪوبه پراپت ڪرڻ جوڳو پدارٿ ڪرڻ آهي
جو پراپت ٿيل نه هجي (سڀ اڳ ۾ اڳ وستو موکي
حاصل آهن) ته به ڪرم ۾ ورتان ٿو يعني ڪرم ڪندو
رهان ٿو. ڇاڪاڻ ته مان جيڪڏهن ساوڌان ٿي ڪرم
۾ نه ورتان ته هي ارجن! هر رستي منش منهنجي
ورتاءُ موجب ورتندا يعني ورتڻ ۾ لڳي ويندا.
جيڪڏهن مان ڪرم نه ڪريان ته سڀ لوڪ پرشٽ ٿي
وڃن ۽ مان ورڻ سنڪر (ڪرمن جي اڳرڙڻ) جو ڪندڙ
ٿيان ۽ هن ساري پرجا (لوڪن) جو ناس ڪندڙ ٿيان
... ڪري) هي ڀارت! جئين اگياني ڪرمن ۾ آسڪتي
... (اگيانيءَ) کي

نشڪام ٿي لوڪن جي ڪلياڻ جي چاهنا سان ڪرم
ڪرڻ گهرجي. وڌوان کي گهرجي ته ڪرمن ۾ آسڪتي
رکندڙ جي اڳيان ۾ ڀرم اُٿڻ نه ڏين. (منجهن مونجهارو
پيدا نه ڪن، بلڪ لوڪ سنگرهه واسطي) ڪرڻ جهڙي (مان
ڄاڻان ٿو) جي ڀاونا ٿيائي، سڀ ڪرم چڱيءَ رست
ڪن (۽ ٻين کان به) ڪرائين. سڀ ڪرم پرڪرتيءَ
(سڀاءَ) جي گڻن دوارا ٿين ٿا، (ته به) اگيان ۾ ڦاٿل
"مان ڪريان ٿو" ائين مڃي ٿو. پر هي مهاٻاهو! گڻن
۽ ڪرمن جي وڀاڳ (ورهاڱي) جي تتو کي ڄاڻندڙ سڀ
گڻ گڻن ۾ ورتن ٿا، ائين مڃي، ڪرڻ جهڙي جو اڀمان
نٿو ڪري. پرڪرتيءَ جي گڻن ۾ موهت ٿيل گڻن ۽
ڪرمن ۾ آسڪتي رکن ٿا. انهن چڱي رت نه ڄاڻندڙن
مورکن کي چڱيءَ رت ڄاڻندڙ (گياني) چلائمان نه ڪن
(مونجهاري ۾ نه وجهن). (انڪري) آڌياتم چت سان
(مان ڪرم جو ڪندڙ نه آهيان، ائين ڄاڻي) سڀ ڪرم
مون کي ارپڻ ڪري، آشا ۽ ممتا رهت ٿي، دک
ڇڏي اٿ ڪر. جيڪي به ماڻهو دويش ڀاءُ ٿياڳي شرڌا
رکي، سدائين منهنجي هن مت موجب هلن، اهي
ڀي ڪرمن کان ڇٽي وڃن ٿا. پر جيڪي ته ديش درشٽيءَ
وارا مورک منهنجي هن مت موجب نٿا هلن، انهن سڀني
گيانين ۾ ڀرميل چت وارن کي تون ناس ٿيل ڄاڻ يعني
انهن جو ڪلياڻ نٿو ٿئي. سڀئي پراڻي پرڪرتيءَ يعني
پنهنجي سڀاءَ جي وس ڪرم ڪن ٿا، گياني به پنهنجي

سڀاءِ موجب هلڻ ڪري اوءِ القهن پوءِ (ان ۾ ڪنهن
جي) روڪ ڇا ڪندي؟ (يعني سڀاءِ موجب ڪرم
ضرور ڪرڻا پوندو) سڀني اندرين ۾ هر اندرين جو
راڳ دويش سمايل آهي، انهن جي وس ۾ نه اچڻ کپي،
ڇاڪاڻ ته اهي ڪلياڻ مارگ ۾ وگهن وجهندڙ آهن.
چڱي لوڙي پالن ڪئل اني جي ڌرم کان گڻ رهت
پنهنجو ڌرم* نه گڻ واري پرائي ڌرم کان چڱو آهي.
پنهنجي ڌرم ۾ مرڻ چڱو آهي، اني جو ڌرم ڀؤ ڏيندڙ
آهي. (پنهنجو فرض پالڻ لئي ضروري آهي، پوءِ اهو
ڪهڙو نه ڏکيو قسم جو ڇو نه هجي."

**ارجن چيو-** "هي ڪرشن! ڪنهن جي پريرڻ
اِڇا نه هوندي به زوريءَ ڄڻ، ڪنهن جي پريرڻا
(چوڻ) سان پاپ ڪري ٿو؟"

**شري ڪرشن چيو-** "رجو گڻ مان پيدا ٿيل
هيءُ ڪام ئي ڪروڌ آهي (يعني ڪام مان پيدا ٿيل
ڪروڌ آهي) اهو ئي باهه وانگر ڀوڳن مان نه ڍاپجندڙ
پاپي ۽ وڏو ويري آهي. ان کي ويري ڄاڻ. جيئن
دونهين سان باهه ۽ مٽي (گند) سان آرسي ڍڪجي
وڃي ٿي، جيئن ٻچو سڀ گرڀ ۾ ڍڪيل رهي ٿو، تيئن
هيءَ (گيان) ان ريعي هي گيان ڍڪيل آهي. هي
گيانين جو آءُ هي باهه سمان نه ڍاپجندڙ ڪام روپي

* پنهنجو فرض.

آڌار ٿيو. هاڻي ڪاشيءَ وڃڻ جو ويچار ڪيائين گهر ڌڻيءَ
وٽ. پٽ پڇيو ته ”پتاجي! موڪلائي پيو ته ڪجهه
ڪرڻ کپي؟“ پتا چيو ته هي سوال! منهنجي ڀاءُ به آرا
ڪرم ڪيا هئا، جنهنڪري هو نرڪ ۾ آهي. پيا به
ڪل جا ڀائي جيڪي نرڪ ۾ پيڙا ڀوڳي رهيا آهن،
انهنجي لاءِ تون سنڪلپ ڪري پاٺ ڪر، ته انهنجو
اڌار ٿئي. هو نرڪ جي پيڙائن مان ڇٽي ويندا.“
اها آکيا ٻڌي جيءَ پرم ڌام روانو ٿي ويو ۽ پٽ مرڻ
جي استان ۾ آيو. اتي شري ڪرشن جي مندر ۾
وڃي پتا جي آکيا موجب گيتا جي ٽيين اڌياءَ جو پاٺ
ڪرڻ لڳو ۽ انهن ڀڄ پنهنجي وڏن ۽ ڀائن جي نمت
ارپڻ ڪيائين. تڏهن وشنو ڀڳوان جا دوت يمراج وٽ
ويا. يمراج انهنجو ستڪار ڪيو ۽ اچڻ جو سبب پڇيو.
وشنو ڀڳوان جي دوتن ڪيس ٻڌايو ته ڀڳوان جي آکيا
آهي ته نرڪ ۾ جيڪي به آهن، تن سڀني کي ڇڏي
ڏيو. يمراج آکيا جو پالن ڪيو ۽ دل ۾ شنڪا ڌاري
دوتن سان گڏ جي وشنو ڀڳوان وٽ پهتو. ڀڳوان جو
درشن ڪري هو ڏاڍو پرسن ٿيو. اتي سڀ ديو
دواتون موجود هئا جي ڀڳوان جي مهما ڳائي رهيا
هئا. يمراج ۽ سنڪ پنهنجي چوڻ لڳو ته هي پرميشور!
اوهين بلڪل نرمل آهيو. اوهان ئي ولد پيدا ڪيا.
اوهين ئي وشو روپ ۽ برهما آهيو. اوهانکي نمسڪار
آهي. اوهين سڀني جو اڄاڻ چڪناچور ڪندڙ آهيو.

اوهانکي نمسڪار آهي! وار وار نمسڪار آهي. اوهين
ساري جڳ جا گرو آهيو، پرم آتما ۽ مهيشور آهيو.
اوهان سڀني جا سڪت ڌرتا آهيو. اوهين گهٽ گهٽ
واسي آهيو، اوهين مايا جا پتي آهيو. اوهانجي مهما
جو انت پار ڪونهي. مان ڪير آهيان، جو اوهانجي
مهما جو ورڻن ڪري سگهان؟ زبان ته اوهانجا گڻ ڳائي
نٿي سگهي. هي ڪرپالدان! اوهانجي آڳيا انوسار، مون
سڀني لوڪن جيون کي جڙي ڏنو. هاڻي مون لاءِ
جيڪا آڳيا هجي، سا فرمايو."

هي ڳالهه ڀڳوان مڌسودن کيس برهما واڻيءَ ۾ فرمايو ته،
"اوهان سڀني لاءِ ڀاڳ سمان ڌار ڇڏيا آهن. اوهين مون
جيڪو ڪم ڪيو آهي، تون اهو ڪندو ره ۽ پنهنجي
لوڪ موٽي وڃ." ان بعد ڀڳوان انترڌان ٿي ويو،
مهراج آڳيا موجب پنهنجي لوڪ ڏانهن راهي ٿيو.

ان بعد اهو ودوان، اوهين پتا سميت اهن ڪل
وارن جو اڌار ڪري، ڪجهه ڪال بعد پاڻ ته وڃي وشنو
ڌام واسي ٿيو."

# ادياءِ چوٿون

شري ڪرشن چيو- "هي ارجن! مون هي
اوناشي يوڳ (امر) سوريه کي ٻڌايو هو، سوريه
(پنهنجي پٽ) منوءَ کي ٻڌايو هو. منوءَ (پنهنجي پٽ)
راجا اڪشواڪوءَ کي ٻڌايو هو. اهڙيءَ ريت پرمپرا کان
پراپت ٿيل اِن (يوڳ) کي راج رشين ڄاتو هو. هي
ارجن! اهو يوڳ گهڻي ڪال کان هن لوڪ مان گم ٿي
ويو هو. اهو ئي پراچين (پراڻو) يوڳ هاڻي مون توکي
وري ڪري ٻڌايو آهي، ڇاڪاڻ ته تون منهنجو ڀڳت
۽ پيارو مترُ آهين. هي (يوڳ) بلڪل اُتم ۽ ڳجهو راز
آهي."

(هيءَ ڳالهه ٻڌي ارجن جي من ۾ سنسو پيدا ٿيو
(اڀريو). ارجن چيو- "ڀڳوان! اوهان جو جنم ته
هاڻي ٿيو، سوريه جو جنم گهڻو اڳي ٿيو هو. آءٌ ڪيئن
اوهان اهو (يوڳ) شروعات ۾ اُنکي ٻڌايو هو، سو
مان ڪيئن ڄاڻان؟"

(ارجن جي سنسي مٽائڻ لاءِ) شري ڪرشن چيو-
"هي ارجن! منهنجا ۽ تنهنجا گهڻيئي جنم ٿي چڪا

۽ منهنجي اِڇا ڪانهي (اڪري) مون کي
ڪرم جو ليپ ڪونه لڳي. ان ريت جيڪي مون کي
اڻي ٿو، اُهو به ڪرمن سان ڪونه ٻڌجي. اڳين مُمڪشن
ڪشيءَ جي اِڇا رکندڙن) به اِن ريت ڄاڻي ڪرم
يو هو؛ ان ڪري تون سدائين وڏن ڏوارا ڪيل ڪرم
ي ڪر. (پر) ڪرم ڇا آهي ۽ اَڪرم ڇا آهي، ان
اري به ٻڌيمان منجهيل آهن. (اڪري) اُهي ڪرم
و لاءِ چڱيءَ ريت چوندس، جنهن کي ڄاڻي ارائيءَ (سنسار
جي ٻنڌن) مان ڇٽي پوندين. ڪرمن جو سروپ به
ڄاڻڻ کپي. اَڪرم جو سروپ به ڄاڻڻ گهرجي ۽
وڪرم (روڪيل ڪرم) به ڄاڻڻ گهرجن؛ ڇاڪاڻ ته
ڪرم جي گتي اوڙهي آهي. جيڪو ڪرم ۾ اڪرم
(ڪم نه ڪرڻ) ڏسي ٿو ۽ جيڪو اڪرم ۾ ڪرم
ڏسي ٿو، سو منشن ۾ ٻڌيمان آهي. اُهو يوگي سڀني
ڪرمن جي ڪرڻ وارو آهي. جنهنجا سڀئي ڪاريه
ڪامنائن ۽ سنڪلپن بنا آهن ۽ جنهنجا ڪرم گيان اگنيءَ
۾ ڀسم ٿيل آهن، اُن کي گياني پنڊت چون ٿا. جيڪو
سنساري آسري بنا سدائين ترپت (ڌاول) آهي، اُهو
ڪرم جي ڦل ۽ سنگ (ڪرمن ڪرڻ جي اڀمان) کي
ڇڏي ڪرم ۾ چڱيءَ ريت ڪندي به ڪجهه نه ٿو ڪري. جنهن
من شرير جيتيو آهي، جنهن سڀئي ڀوڳ پدارٿ ڇڏيا
آهن، جيڪو آشا رهت آهي، اُهو رڳو شرير سمبنڌي
ڪرم ڪندي به پاپ کي پراپت نٿو ٿئي. جيڪي

۽ ڪي شاسترن جي سواڌياءَ (اڀياس) ذريعي گيان يگ
ڪن ٿا. [ٻيا] يوڳي وري آپان واءُ (ٻاهر ويندڙ
هوا) ۾ پراڻ واءُ کي هوم ڪن ٿا ۽ ٻيا پراڻ واءُ
آپان واءُ کي هوم ڪن ٿا، ٻيا وري پراڻ ۽ آپان جي
هلڻ کي روڪي پراڻايام روپي هوم ڪن ٿا. ٻيا ني
موجب کاڌو کائيندڙ پراڻن کي پراڻن ۾ ئي هوم ڪ
ٿا. اهي سڀ يگيہ جا ڄاڻو آهن. يگيہ دوارا انهن
پاپ ناس ٿي ويا آهن. هي ڪروڪل ۾ اُتم (ارجن)
يگين جي ڦل گيان روپي امرت کي ڀوڳيندڙ سناتن برهہ
کي پراپت ڪن ٿا. يگيہ نہ ڪندڙن کي پرلوڪ [۾
سکہ] ڪيئن ملندو، جڏهن هن لوڪ جو [سکہ ئي
حاصل نٿو ٿئي؟ اهڙا گهڻيئي يگيہ ويدن جي واڻيءَ
بيان ڪيل آهن. انهن سڀني کي ڪرمن مان پيدا ٿي
ٿي ڄاڻ. ائين ڄاڻي مڪت ٿي ويندين. هي پرنتپ
(دشمن کي ڏڪائيندڙ ارجن)! سنساري وستن س
ڪيل يگيہ کان گيان روپي يگيہ شريشٽ آهي. هي
ڀارت! سڀ ڪرم گيان ۾ ئي سماپت ٿين ٿا. اُهو
[برهم گيان] پرڻام (نمسڪار) ڪرڻ، سيوا ڪرڻ
سوال پڇڻ دوارا [برهم گيانيءَ وٽان] ڄاڻ. اهي ڪج
کي ڄاڻندڙ گياني [توکي] گيان جو اُپديش ڪند
جنهن کي ڄاڻي هي ارجن! تون هيئن وري موه
پراپت نہ ٿيندين. انهن دوارا سڀني کي تون پاڻ
ڏسندين ۽ پوءِ مون ۾ بہ انهن کي ڏسندين يعني اس

ٻيا ڪجهه نه نظر ڪن ايندو. جيڪڏهن سڀئي پاپين ۾
وڏيڪ پاپ ڪرڻ وارو آهين، ته به تون گيان روپي
ٻيڙيءَ ۾ چڙهي يڪ لي يڪ سڀئي پاپن کان ٽري پار
پوندين. هي ارجن! جيئن زور ٻرندڙ اگني ڪاٺين کي
جلائي ڀسم ڪندي آهي، ايئن ئي گيان روپي اگني
سڀئي ڪرمن [جي ڦلن] کي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي
هن سنسار ۾ گيان جهڙو ٻيو ڪجهه نه ڪوله آهي. اهو
(گيان) کي سمي پالي شڌ انتهڪرڻ وارا پاڻهي آتما
(پاڻ) ۾ اتوڪري لهو. اندرين کي جيتيندڙ، ادم
ڪندڙ ۽ شرڌا وارو گيان کي پراپت ڪندو آهي. گيان کي
پائي ستت لي ڀرم شانتيءَ کي پائي لهو. اگياني،
اشرڌالو ۽ شڪي آدمي ناس لنئي لو. شڪي آدمي
کي نه سک ملي لو، نه هي لوڪ ۽ نه پرلوڪ يعني
سندس لوڪ ۽ پرلوڪ خراب ٿي وڃن ٿا. هي ڌننجه
(ارجن)! جنهن جا سمتا واريءَ ٻڌيءَ جي يوگ (سڀ
۾ برهم پسڻ سان) ۽ گيان دوارا سڀ سنسا (شڪ) دور
ٿي ويا آهن، اهڙي آتما ۾ رهندڙ آدميءَ کي ڪرم
ٻڌن. انڪري هي ڀارت (ارجن)! سمتا يوگ ۾ اٿي
ٿيءُ ۽ اگيان ڪري اپجيل شڪ، جو تنهنجي هردي
آهي، سو گيان روپي تلوار سان ڪاٽي اٿي کڙو ٿي
اوم تت ست!

ٻيا ڪجهه به نظر ڪين ايندءِ. جيڪڏهن سڀني پاپين ۾
وڏو پاپ ڪرڻ وارو آهين، ته به تون گيان روپي
ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٻڪ ٿي ڪ سڀني پاپن کان تري پار
پوندين. هي ارجن! جيئن زور ٻرندڙ اڳني ڪاٺين کي
جلائي ڀسم ڪندي آهي، تيئن ئي گيان روپي اڳني
سڀني ڪرمن [جي ڦلن] کي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي.
هن سنسار ۾ گيان جهڙو ٻيو ڪجهه به ڪونه آهي. اُن
(گيان) کي سمي ڀالي شڌ انتهڪرڻ وارا ڀاڳيءَ آتما
(پاڻ) ۾ اپئو ڪري ٿو. اندريون کي جيتيندڙ، آدر
ڪندڙ ۽ شرڌا وارو گيان کي پرايت ڪري ٿو. گيان کي
پائي سگهو ئي پرم شانتيءَ کي پائي ٿو. اگياني،
اشرڌالو ۽ شڪي آدمي ناس ٿئي ٿو. شڪي آدميءَ
کي نه سک ملي ٿو، نه هي لوڪ ۽ نه پرلوڪ يعني
سندس لوڪ ۽ پرلوڪ خراب ٿي وڃن ٿا. هي ڌنڄي
(ارجن)! جنهن جا سمتا واريءَ ٻڌيءَ جي يوڳ (سڀ
۾ برهم ڏسڻ سان) ۽ گيان دوارا سڀ سنسا (شڪ) دور
ٿي ويا آهن، اهڙي آتما ۾ رکيل آدميءَ کي ڪرم ٻڌي
ٿا ڪن. انڪري هي ڀارت (ارجن)! سمتا يوڳ ۾ استٿت
ٿيءُ ۽ اگيان ڪري اٿيل شڪ، جو تنهنجي هردي ۾
آهي، سو گيان روپي تلوار سان ڪاٽي اٿي کڙو ٿيءُ.

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اپنشد ۽ برهم وديا ڀاسي
يوڳ. شاستر جو شري ڪرشن ارجن سمواد جو "ڪرم
سنياس يوڳ" نالي چوٿون اڌياءِ پورو ٿيو.

# شريمد ڀڳوت گيتا

[ مهاتم سميت ]

سنڌڪار

**هريداس برهمچاري**



## سري ڪرشن سٽورس

پراڻي منڊي، اجمير

قيمت ۸-۰۰ روپيه

جوڙي ڇڏي هي منش جنم پراپت ڪيو آهي." اهو
ٻڌي منيءَ ابرس ۾ پيو ۽ ڪالتاڻ سندن حال پڇيو. اُهن
ٻڌايو ته "هي مني! گرداوري نديءَ جي ڪناري تي
چنپاپ نالي هڪ ٻوڙو ايرت استان آهي. اُن ايرت
۾ ستيم تپا نالي هڪ اپسري رهندو هو، جو ڪلور
تپسيا ڪندو رهندو هو. هو اندر ٻاهر شڌ رهندو هو.
اندرين کي وس ۾ ڪري، پرم شانتيءَ پسانن آتما ۾
مگن رهندو هو. هو ودوان هو ۽ اهڙو ته سندر وياکيان
ڪندو هو، جو اُن جي ٻڌڻ لاءِ خود برهما ديوتا
وٽس ايندو هو ۽ هن کان سوال به پڇندو هو. ڀڳوان
جي ڌيان ۾ رهندي هنجي تپسيا وڌندي رهي. اُن
ڪري اِندر کي اچي ڀپ ورتو ته هو منهنجي پدوي
کسي وٺندو. هو هنجي تپسيا ۾ ويگهه وجهڻ لڳو. هن
اپسرائن کي گهرائي حڪم ڏنو ته اوهين وڃي سندس
تپسيا ڀنگ ڪريو، ته ته هو مون کان سرڳ جو راڄ کسي
وٺندو. اهين ٻڌي اِندر لوڪ جون اپسرائون هيوسين،
سو آگيا انوسار اهين اُن وقت پتيوسين ۽ پنهنجي راڳ،
ناچ، مڌر سرن، سازن سرودن، پنهنجي هاوَ ڀاوَ ۽ ناز
نخرن سان هن کي موهڻ لڳيوسين پر هنجو من ڪين
ڏٽايو. آخر ڪروڌ ۾ ڀرجي اسانکي سراپ ڏنائين ته
وڃي گنگا جي ڪناري تي ٻراسن جا وڻ ٿيو. اهو
ٻڌي اسان نمرتا سان وينتي ڪئي ته "هي مهاتما!

هي اسو ڪرم اختيار ڪيو. هاڻي اسانجي دوش کي
نه ڏسي اسانکي ڪرپا ڪريو." اسانجي وينتيءَ تي مهي
ٻرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته "ڀرت منيءَ جي اچڻ ڪري
اوهان سان سراپ لڳو هئو؛ انجي ڪري سان اوهانجو
سراپ مٽندو، اوهين ٿوريءَ ئي جنم وٺندئو ۽ اوهان
کي اڳئين جنم جي يادگيري رهندي. هي مهي! اسين
گنگا جي ڪناري تي ٻيرن جا ٻئي وڻ هئاسين.
اوهان اچي گيتا جي چوٿين اڌياءَ جو پاٺ ڪندي ٻڌارا
۽ اسانجو اڌار ڪيو. ان لاءِ اسين اوهانکي پرڻام ٿيون
ڪريون. اوهان نه فقط سراپ کان پر هن ڀيانڪ سنسار
ساگر مان به گيتا جي چوٿين اڌياءَ جي پاٺ دوارا اسان
کي مڪت ڪري ڇڏيو آهي." ڀڳوان چوڻ لڳو ته
"انهن جي انهن چوڻ تي مهي بلڪل ٻرسن ٿيو ۽ جتان
آيو هو، اوڏانهن روانو ٿي ويو. اهي ڪنياڻون به بلڪل
پريم ۽ شرڌا سان گيتا جي چوٿين اڌياءَ جو پاٺ ڪنديون
رهيون ۽ جنهنڪري انهن جو به اڌار ٿي ويو."

—٥—

هي ڀرو ڪرم اختيار ڪيو. هاڻي اسانجي دوش کي
نه ڏسي اسانکي ڪرپا ڪريو." اسانجي وينتيءَ تي مني
پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته "**ڀرت منيءَ** جي اچڻ ڪاڻ
اوهان سان سراپ لڳو رهندو ۽ آئجي ڪرپا سان اوهانجو
سراپ مٽندو، اوهين پرٿويءَ تي جنم وٺندؤ ۽ اوهان
کي اڳئين جنم جي يادگيري رهندي. هي مني! اسين
گنگا جي ڪناري تي ٻراهڻن ٻڪري ٿيون هيوسين.
اوهان آئي گيتا جي چوٿين ادياءَ جو پاٺ ڪندي پڌاريا
۽ اسانجو اڌار ڪيو. ان لاءِ اسين اوهانکي پرڻام ٿيون
ڪريون. اوهان نه فقط سراپ کان پر هن ڀيانڪ سنسار
ساگر مان به گيتا جي چوٿين ادياءَ جي پاٺ دوارا اسان
کي مڪت ڪري ڇڏيو آهي." **ڀڳوان** چوڻ لڳو ته
"انهن جي ائين چوڻ تي مني بلڪل پرسن ٿيو ۽ جتان
آيو هو، اوڏانهن روانو ٿي ويو. آهي ڪنياڻون به بلڪل
پرم ۽ شرڌا سان گيتا جي چوٿين ادياءَ جو پاٺ ڪنديون
رهيون ۽ جنهن ڪري انهن جو به اڌار ٿي ويو."

ڪٿي ته "منهنجو پٽ ڪٿي؟" ديوءَ ڏٺي ڌاريءَ
راڪشس هن کي ديوءَ ڏيهه ڌاري سندس پٽ ڏيکاريو.
تڏهن هن اُن کي پنهنجي گهر وٺي وڃڻ چاهيو. اُن تي
ديوءَ ڏيهه ڌاري سندس پٽ کيس ڪلي جيو ته "هي
ٺڪي! ڪيترا ڀيرا تون منهنجو پٽ ٿيو آهين. هن جنم
۾ مان تنهنجو پٽ هوس، پر هن مهاتما جي ڪرپا سان
هاڻي مان وئڪنٺ وڃان ٿو. اهو سڀ ٻارهين اڌياءَ
جو مهاتم آهي. هاڻي تون هان به اِن مهاتما کان گيتا جي
ٻارهين اڌياءَ جو اڀياس ڪرڻ ۽ سدائين اُن جو جپ
ڪندا رهو. اِنڪري اوهان جي گتي ٿيندي. ڌن پڻ
وغيره مان ڇا حاصل ٿيندو؟ منش جي دکن دردن ۽
جنم مرڻ جي دکن کان ڇٽڻ جو اهو اُپاءُ آهي. اِن جو
اڀياس ڪريو." هي ٻڌي! اُنهن ڇئي اهي سڀ
وشنو لوڪ راهي ٿيا. اُن کانپوءِ اهو مهاتما ۽ مکي ٻه
اُن ٻارهين اڌياءَ جو نت جاپ ڪري، پرم پد کي
پراپت ٿيا. اهڙي آهي ٻارهين اڌياءَ جو مهاتم."



# اڌياءُ ٻارهون

**ارجن چيو** - ”جيڪي ڀڳت اِن رِيت سدائين
ڌيان ۾ مگن رهي، اوهان کي (ساڪار روپ ۾) ڌيائين ٿا،
اُهن ٻنهي ۾ ڪير اُتم آهي؟“

**شري ڀڳوان چيو** - ”جيڪي مون (وشو روپ
يا ساڪار روپ) ۾ من ۾ سدائين ايڪاگرتا سان لڳائي
پرم شرڌا سان منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا، اُهن کي مان اُتم
مڃان ٿو. ۽ ري جيڪي ان اَلک سرو وياپي، اَڪٿ ۽
سدائين هڪ رس رهندڙ، نتيہ اَچل، نراڪار اَبناسيءَ
جي اُپاسنا ڪن ٿا، اُهي سڀني اندرين کي وس ۾
ڪري، سڀني پراڻين جي ڀلائي ۾ لڳل، سڀ ۾ سمان
ٻڌي رکندڙ مونکي ئي پراپت ٿين ٿا. اُن نراڪار ۾
چت لڳائيندڙن کي ڏاڍي تڪليف ٿئي ٿي؛ ڇاڪاڻ
تہ ديهہ ڌارين کي الک جي گتي (چال) ڏکي ٿي پراپت
ٿئي ۽ جيڪي منهنجا ڀڳت سڀ ڪرم مونکي ارپڻ
ڪري لاڳيتو ڌيان - يوگ سان منهنجو ئي چنتن ۽ اُپاسنا
ڪن ٿا، هي پارٿ! مون ۾ چت لڳائيندڙن جو مان
تن مرتيو روپي سنسار ساگر مان اُڌار ڪرڻ

ڪري ٿو ۽ جيڪو شيو ۽ آشيو جو تياڳي (سڀئي ڪر
جي ڦل کي تياڳ ڪندڙ) آهي، اهو ڀڳت مونکي پيار
آهي. جيڪو متر ۽ واري پر، مان ۽ اپمان ۾ سما
آهي ۽ سردي گرمي، سک دک سڀني ۾ سمان ۽ موه
رهت آهي؛ جنهن لاءِ نندا استتي برابر آهن، جو مؤن
(مني شيل) آهي؛ هر طرح سنتوشي آهي، گهر (رهڻ
جي جاءِ) جي جنهن کي پرواهه نه آهي، اهو استر چت
وارو مدش مونکي پيارو آهي ۽ جيڪي مونکي آڏا
سمجهي، شرڌا رکي مٿي چيل ڌرم روپي امرت کي
هلت ڪن ٿا، اهي ڀڳت مونکي پيارا آهن."

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اپنشد، برهم وديا ۽ يوگ
شاستر جي ٻاري ۾ شري ڪرشن ارجن جي وارتالاپ
۾ "ڀڳتي يوگ" نالي وارو ٻارهون ادياءُ پورو ٿيو.

## ادياءُ ٻارهين جو مهاتم

مهاديو فرمائڻ لڳو ته "اي پياري پاروتي! هاڻي
ٻارهين ادياءُ جو مهاتم ٻڌائيان ٿو. ڏکڻ پاسي
ڪولهاپور نالي هڪ نگر آهي. اتي هر پرڪار جا سک
موجود آهن. اهو هڪ مشهور تيرٿ استان آهي. هڪ
ڏينهن هڪ نوجوان راجڪمار ان شهر ۾ آيو. ان جي
سونهن ۽ شڪتي جا نه هئي! هو شهر جو چڪر ڏيندو
مٿي ڪلٽ تيرٿ جو سنان ڪري، پترن جو ترپڻ
ڪري بعد مهالڪشمي جي مندر ۾ وڃي اتجي استتي

ڪرڻ لڳو- ”جنهنجي دل اندر بيحد دَيا ڀريل آهي،
جا سڀ ڪامنائون پورڻ ڪندڙ آهي، جا فقط ڀڳتن جي
درشٽيءَ سان سنسار جي اُتپتي، پالنا ۽ سنگهار ڪندڙ
آهي، اهڙي جا تون جگت ماتا آهين، تنهنجي جيءِ
هجي. هي ماتا! ٻُڌي تنهنجي چرن ڪملن جو سدائين
چنتن ڪندا رهن ٿا، تنهنجي ستا سان ئي سڀني اندرين
اگوچر وشين جي ڄاڻ ٿئي ٿي. تون ئي من ۾ سنڪلپ
وڪلپ پيدا ڪندڙ آهين. اِڇا شڪتي، گيان شڪتي
۽ ڪريا شڪتي به تنهنجا ئي [illegible] پرم گيان

ٻرڻ ڪندڙ آهن. مون کي ٻه ڏيا ڪري درشن ڏيو."
اهڙيءَ ريت آستتي ڪرڻ کي ڏاڍي ساڪياڻ روپ
ڌارڻ ڪري چوڻ لڳي ته "هي راجڪمار! مان توکي
راضي ٿي آهيان. جيڪو ور گهرڻو هجيئي سو گهري
وٺ." راجڪمار نمرتا ڀاو ۽ شرڌا سان وينتي ڪئي
ته "هي اما! منهنجو پتا راجا ٻرهدرٿ آٺ مهينا اڳ
ڪري زهر هڻي، ته اوچتو بيمار ٿي ديولوڪ پڌاريو.
آن وچ ۾ اڳ جو گهوڙو، جو ٻرائيءَ جي ڀرڪرما
ڪري موٽيو هو، سو ڪو راس جو ڪم ڪري وارو ۽ ڪرڇ
ڪرڻ سان ڪو به پتو ڪون ٿو پوي. انڪري منهنجي
شرن ۾ آيو آهيان. ديوي! اهڙي ڪرپا ڪريو، جئن
اڳين ٻروگهن سماپت ٿئي. پتا جي قرض لاهڻ لاءِ اڳيئي
ڪراڻيندڙن ڪان آکيا واءِ هتي آيو آهيان." ان تي
ڀڳوتيءَ فرمايو ته "مندر جي دروازي تي هڪ ٻرهمڻ
سٺ سماڌيءَ ۾ رهي ٿو. اهو منهنجي آگيا سان
تنهنجا سڀ ڪم پورا ڪندو." ماتا جي آگيا انوسار
راجڪمار سڌ سماڌي ٻرهمڻ وٽ پهتو. هن ڀاڳئي
راجڪمار کي سندس اچڻ جو حال هڪدم ٻڌايو ۽
راجڪمار جي وينتيءَ تي کيس ٻڌايو ته "گهوڙو اندر
ڪم ڪيو آهي. هاڻي توکي گهوڙو آڻي ٿي هٿ ڪري
ڏيان ٿو." ائين چئي هن اهڙي ته ڪشش ڪئي، جو
سڀ ديوتائن اچي، سندس اڳيان حاضر ٿيا ۽
سٺ سماڌيءَ جي آگيا سان هن گهوڙو اچي حاضر

ڪيو. راجڪمار مهاتما جي عجيب شڪتي ڏسي حيران ٿيو ۽ سندس چرڻن ۾ ڪري وينتي ڪيائين ته "منهنجو پتا، جو ڌڪيه ڀوڳي تيڻ ڪان اڳ ئي پراڻ تياڳي پرلوڪ پڌاريو، تنهنجي ديهي گرم تيل ۾ رکي هت آندو آهيان. ڪاٽي اوهين ڪرپا ڪري اٿي هليو، اُن کي جيون دان ڏيو، جئن هو خود پنهنجو ڌڪيه ڀوڳو ڪري." راجڪمار جي نماڻي وينتي قبولي، سد سماڌي برهمڻ ساڻس گڏ سندس نگر ۾ ڌڪيه منڊپ ۾ پڌاريو ۽ پاڻي ڇڙڪي سندس ديهي ٿي ڇڪاريو ته هو جيئرو ٿي اٿي ويٺو ۽ برهمڻ کان پڇڻ لڳو ته "هي ڏيو سروپ! اوهين ڪير آهيو؟" تڏهن ڪيس راجڪمار سارو حال ڪري ٻڌايو. راجا نئين زندگي پائي مهاتما جي چرڻن لڳي ڪري پيو ۽ وينتي ڪري پڇيائين ته "اوهان ڪهڙي سادن سان اها شڪتي حاصل ڪئي آهي؟" برهمڻ تڏهن ڪيس ٻڌايو ته اهو ٻارهين اڌياءِ جي نت ابياس جو ڦل آهي. اهو ٻڌي ڌڪيه ۾ شامل ٿيل سڀني برهمڻن ۽ راجا اُن رشيءَ دوارا ٻارهين اڌياءِ جو ابياس ڪيو. هي پارولي! اهڙو آهي ٻارهين اڌياءِ جو مهاتم، جنهن سان سد گتي ماڻي ٿي."

---

گوبند جئه جئه، گوپال جئه جئه
راڌا رمڻ هري گوبند جئه جئه

# اَڌياءُ تيرھون

شري ڀڳوان چيو - ھي ڪنتي پتر! ھيءَ شرير
کيتر آھي، * اِئين چيو ويندو آھي. اُھيءَ کي جيڪو
ڄاڻي ٿو، اُھيءَ کي گياني کيترگيہ (کيتر جو ڄاڻندڙ)
چون ٿا. ھي ڀارت! سڀني کيترن ۾ کيترگيہ (جيو
آتما) بہ مون کي ڄاڻ. منھنجو اھو مت آھي تہ
کيتر-کيترگيہ جو ڄاڻڻ گيان آھي. اھو کيتر جيڪي
آھي ۽ جھڙو آھي ۽ جنھن ڪارڻ ڪري اھو ٿيو آھي
۽ اھو (کيترگيہ) جيڪي آھي، جنھن پرڀاو وارو آھي؛
اھو سڀ مون کان مختصر ۾ ٻڌ. [اھو کيتر ۽ کيترگيہ جو
تت] رشين ٻوارا گھڻن پرڪارن ۽ الڳ پرڪارن جي
ڇندن سان حصن موجب چيو ويو آھي ۽ چڱيءَ طرح
نڌي ڪيل دليلن سان برھم سوترن جي پدن ذريعي بہ
[اھو چيو ويو آھي]. مھا ڀوت پنج (آڪاش، ھوا،
اگني، جل ۽ پرٿوي)، اھنڪار، ٻڌي (مول پرڪرتي
يا اڻ ڪٿي مايا) ۽ ڏھ اندريون (پنج گيان اندريون

* جيئن کيتر (زمين) ۾ پوکيل ٻجن جو اُنھن موجب
ڦل وقت تي ظاھر ٿيندو آھي تيئن ئي ھن ديھ ۾ پوکيل
ڪرمن جي سنسڪارن روپي ٻجن جو ڦل وقت سِر
ظاھر ٿيندو آھي. اُھيءَ ڪري ھن شرير جو نالو کيتر
رکيو ويو آھي.

ڪن، نڪ، اکيون، چمڙي ۽ رسنا ۽ پنج ڪرم اندريون
ھٿ، پير، زبان، مل ۽ مؤتر جون ٻه اندريون)، ھڪ
من ۽ پنج اندريون جون وشيون (شبد، سپرش، روپ
رس ۽ گنڌ)، اڇا، ڌوڪش، سک دک ۽ شرير، چيتنا ۽
ڌارج تو ڪي ۾ اھو کيتر ۽ ستدس وڪار چيا ويا آھن.
اڀمان نه ڪرڻ، پاکنڊ نه ڪرڻ، اھنسا، کميا، من ۽ واڻيءَ
جي سوڌائي، گرو اپاسنا، [اندر ٻاھر جي] صفائي،
انتهڪرڻ جي پڪائي، [من ۽ اندرين سميت] پاڻ
تي ضابطو، اندرين جي وشين کان ويراڳ ۽ اھنڪار جو
نه ھئڻ، جنم، مؤت، ٻڍاپي ۽ بيماريءَ وغيره دکن ۽
دوش جو ورڇي ويچار، پٽ، استري گھر وغيره
۾ موھ نه ھئڻ، ممتا جو نه ھئڻ ۽ پريه اپريه جي پراپتيءَ ۾
سدائين چت جو سمان رھڻ، مون ۾ اننيه ڀاو سان
اوارا اٽل ڀڳتي ۽ ايڪانت ۽ شڌ ھنڌ رھڻ جو سڀاءُ،
وشئي ماڻھن ۾ پريم جو نه ھئڻ، آڌياتم گيان ۾ سدا لڳو
رھڻ، تتو گيان جي ارٿ [موکش] کي ڏسڻ، اھو
سڀ گيان آھي. انجي ابتڙ اگيان آھي. انهن ٻنهي وارو
آھي. جو ڄاڻڻ لائق آھي، جنهنکي ڄاڻي ماڻھو امر پد
کي پائي ٿو، اھو چڱيءَ ريت چوندس. اھو انادي
پر برھم نه ست ۽ نکي اَست چيو ويندو آھي. ھو
سڀني طرفن کان ھٿن پيرن وارو، سڀني پاسن کان اکين،
سرن ۽ وارن وارو، سڀني ڏسين ۾ ڪنن وارو سنسار
۾ سڀني کي ويڙھي ڪري قائم آھي. [شڌ برھم سڀني

اندرين ۽ انهن جي ڪرين وصف آهي، پر سڀني جيون
جون اندرين وغيره اچي پرڪاش سان ئي پرڪاشت
ٿي رهيون آهن ۽ انڪري جڙ آهي]. هڙ سڀني
اندرين جي ڪمن کي ڄاڻندڙ پر سڀني اندرين وصف،
مره وصف ۽ ارڪ ۽ سڀني کي ڌارڻ ۽ پالڻ ڪندڙ ڪمن
جو پرڪاشيندڙ آهي. [شڪ سرهر سڀني اندرين وغيره
کان نيارو آهي ته ٻه انهن جو ڌارڻ ڪندڙ، ڄاڻندڙ ۽
پرڪاشيندڙ معلوم ٿئي ٿو.] اهو سڀني پراڻين جي اندر
ٻاهر آهي. چر اچر ٻه اهو ئي آهي، پر اهو سوکيم
هئڻ ڪري ڄاڻي نٿو سگهجي. هو واجهو آهي ۽ ٻري
ٻه آهي. هو پراڻين ۾ اڪيلو هوندي به ورهايل جهڙو
آهي. *اهو ڄاڻڻ جوڳو پراڻين جو اپائيندڙ پالنا ڪندڙ،
ناس ڪندڙ آهي. اهو پرهر جوتين جي جوت، انڌڪار
کان پري چيو وڃي ٿو. اهو گيان سروپ ڄاڻڻ لائق ۽
گيان سان پراپت ٿيندڙ سڀني جي هردي ۾ وسي ٿو.
اهڙيءَ طرح کيتر ۽ گيان ۽ ڄاڻڻ لائق (پرماتما) بابت
ٿوري ۾ مون توکي ٻڌايو. انهيءَ کي ڄاڻي منهنجو ڀڳت
منهنجي سروپ کي پراپت ٿئي ٿو. پرڪرتي ۽ پرش
انهن ٻنهي کي تون انادي ڄاڻ ۽ وڪارن ۽ گڻن کي به
پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيل ڄاڻ. ڪارِه (شرير) ۽ ڪارڻ
(اندرين) جو سبب پرڪرتي چئي وڃي آهي ۽ پرش

---

* جيئن پاور هائوس (بجلي گهر) جي هڪ ئي روشني
جدا ٻلبن دوارا جدا جدا ۽ ورهايل ڏسبي آهي.

آڪرتا ڏسي ٿو، سو [سچ] ڏسي ٿو. جڏهن پراڻين
جي نيارن نيارن ڀاون کي هڪ (پرماتما) ۾ اسٿت ڏسي
ٿو ۽ انجو ئي سارو وستار ڏسي ٿو، تڏهن برهم کي
پائي ٿو. هي ڪنتي پتر! اناديءَ ۽ نرگڻ هئڻ ڪري
اوناشي پرماتما شرير ۾ اسٿت هوندي به نه ڪجهه ڪري
ٿو ۽ نه انکي ڪو ليپ لڳي ٿو. جيئن چوڌاري ڦهليل
آڪاش سوکشم هئڻ ڪري نرليپ آهي، تيئن سڀني
ديهن ۾ وسندڙ آتما نرليپ آهي. هي ڀارت! جيئن
هڪ ئي سج هن لوڪ کي روشن ڪري ٿو، تيئن آتما
سڀني کيترن (ديهن) کي پرڪاشت ڪري ٿو. جيڪي
گيان نيترن دوارا ان ريت کيتر ۽ کيترگيه جي ڀيد ۽
پرڪرتيءَ (مايا) کان ڇٽڻ جو اپاءُ ڄاڻن ٿا، سي پرم
(پر برهم) کي پائين ٿا.

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اپنشد ۽ برهم وديا يوگ شاستر جو شري ڪرشن ارجن سمواد جو "کيتر کيترگيه وڀاڳ يوگ" نالي تيرهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## اڌياءُ تيرهين جو مهاتم

شري مهاديو چيو ته "هي پاروتي! تيرهين اڌياءَ
جو مهاتم توکي ٻڌايان ٿو، جو ٻڌي توکي پرسنتا ٿيندي
ڏکڻ پاسي تنگڀدرا هڪ وڏيءَ نديءَ تي هرهرپور
نالي هڪ رمڻيڪ نگر آهي. اتي هرهر نالي سندر
مندر آهي، جنهن ۾ ڀڳوان جي سندر مورتي آهي.

اُلي هري دکشڻ ناني هڪ ولدياڻي برهمڻ رهندو
هو، جو اُهڃا ۽ سواڌيا ۾ مگن رهندو هو. اُنجي
استري اهڙي نه هئي، جو ماڻهو اُنکي دراچاري
ڪوٺيندا هئا. هوءَ پتيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي هئي
ٻن ۾ پتيءَ لاءِ پيار ڪونه هو. هوءَ پر-پرش سان ڪام
ڀوڳ ۾ ئي سک سمجهندي هئي، انڪري اِهن وقت
ڏکا ڪاٽيندي رهندي هئي. هڪ ڀيري ونس سندس
دل پوري ڪرڻ لاءِ ڪوبه ڪونه آيو، تڏهن ڪنهن
پر-پرش سان دل جي اِڇا پوري ڪرڻ لاءِ جهنگل ۾
هلي ويئي مگر اُتي به ڪو هٿ ڪونه آيس، انڪري
ڪام ۾ انڌي ٿي ورلاپ ڪرڻ لڳي. اُن وقت هڪ
چيتو آيو، جو هنکي مارڻ لئي هو ته هن مستيءَ ۾ اُن
کان سوال ڪيو ته "ڪنهن موليکي پڌاءِ ته اِڄ ڪير هٿن
۽ هاٿي مونکي مارڻ جو آيو آهين؟" اُن ئي چيتي
ڪلي چيس ته "ڏکڻ طرف مالاڻها ناني ندي‌ءَ جي
ڪناري مٿي پرٿا نگر آهي. اُتي پنجلنگ ناني پڳوان
جو مندر آهي. مان اُن شهر ۾ برهمڻ جي گهر پيدا
ٿيو هوس. اُتي اڪيلو نديءَ جي ڪناري تي ويٺو
رهندو هوس، پراڻي دشمن کي به لکيه ڪرائيندو
هوس ۽ اُنهن جو اَن کائيندو هوس. لوڀ سبب پنهنجي
ويد پاڙه جو قل ۾ وڪڻندو رهندو هوس. آخر اُتي
اچي پيدو ٿيس. وار اِڇا ٿي ويا، اکين جي ڏيد گهٽجي
وئي، ڏند ڀري ويا ۽ منهنجي دان وٺڻ جي عادت

ڪانہ ونئي. آخر شرابو ڪم ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن
ڪنهن لڳ برهمڻ جي گهر ايڪ ٻلي ونس نہ ڪتي ايو
۾ ڊڪ پالي، جنهنڪري ٻيوش ٿي ڏرتيءَ تي ڪري
پيس. جلد ئي پراڻ نڪتس ۽ آڏامي ويو ۽ اچي هيءَ
چنڊي جي جوڻ پائي اٿر ۽ هتي جهنگل ۾ رهان لڳو
مگر اڳين جنم جا پاپ ياد ڪري ڪنهن نہ ڏيماليا،
جتي ستي پرش ۽ ستي پتورتا استريءَ کي ڪين
ڪائيندو آهيان ۽ پاپي ۽ دراچاري استرين کي اهنجو
ٻچن بہ کائيندو آهيان. لوڪ بہ دراچارڻي آهين، انڪري
توکي ضرور کائيندس." ائين چئي اُنکي چنبن سان
ٽڪر ٽڪر ڪري کائي ويو. هنکي وڏو سمو نرڪن
۾ ڀوڳڻو پيو. ان بعد هوءَ چنڊال جي گهر ۾ پيدا ٿي،
ٿي اڳين جنم جي اثر ڪري اڳي جيان پاپ ڪندي
رهي، جنهنڪري ساهہ جي بيماري ٿي پيس ۽ اکين
جي بيماريءَ بہ اچي گهيرو ڪيس. آخر هوءَ وري پهنجي
ٻرٻس استان هرائي اور لڪر ۾ اوچتي، جتي واسديو
تي ڪي برهمڻ، جو ڏهاڙي گيتا جي ترهين اڌياءُ
جو پاٺ ڪندو هو، اچي ويٺو اتس. هو پاٺ ڪري
وهيو ڪرڻ جو ٻڌي هن چنڊالڻيءَ جو ڇوٽو جتي وار
ويرا ٿي ويئي."

# اڌياءُ چوڏهون

شري ڀڳوان چيو- "مان وري ٻه لوڪي پرم اتم
گيان ٻڌايان ٿو، جو ڄاڻي سڀ مني (مُني شيل پرش)
پرم سڌيءَ (مڪتيءَ) کي پراپت ٿيندا آهن. اهي ان
گيان جو آسرو وٺي، منهنجي روپ ۾ لئه ٿي، جڳت
جي اُتپتي وقت ڪي اڪي پيدا ٿين ٿا ۽ نڪي پرلئه وقت
وياڪل ٿين ٿا. هي ڀارت! منهنجي مهت برهم
روپي پرڪرتي (نڪٽي مايا) سڀني جيون جو گرڀ
استان آهي. اُن ۾ گرڀ استاپن ڪريان ٿو. سڀ جيو
اُن مان پيدا ٿين ٿا. هي ڪنتي پتر! سڀني جونين ۾
جيڪي به مورتيون (شرير) اُپجن ٿيون، اُنهن جو
گرڀ استان (پيٽ) مها روپي مايا آهي ۽ مان ٻج
(وارو) استاپن ڪرڻ وارو پتا آهيان. هي مهاٻاهو!
ستو، رجو ۽ تمو پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيل گڻ هن ديهه ۾
رهندڙ اوناسيءَ کي ديهه سان ٻڌن ٿا. هي نشپاپ!
اُنهن مان ستو گڻ نرمل ۽ پرڪاش ڪندڙ [جيو آتما کي]
سک جي سنگ ۽ گيان جي سنگ سان ٻڌي ٿو. هي
ڪنتي پتر! راڳ (سنيهه) روپي رجو گڻ کي ترشنا ۽

سنمهه مان پيدا ٿيل ڄاڻ. اهو شرير ۾ وسندڙ جيو آتما
کي ڪرمن جي سنگهه سان ٻڌي ٿو ۽ هي ڀارت! سڀني
ديهه ڌارين کي موهيندڙ تموگڻ اگيان مان اُتپن ٿيل
ڄاڻ. اهو آلس ۽ ننڊ دواران ٻڌي ٿو. هي ڀارت!
ستوگڻ سک سان لڳائي ٿو، رجوگڻ ڪرم سان ۽ تمو
گڻ تہ گيان کي ڍڪي پرماد (بي پرواهيءَ) ۾ لڳائي ٿو.
هي ڀارت! ڪڏهن ستوگڻ رجوگڻ ۽ تموگڻ کي دٻائي
(زور وٺي) ٿو، ڪڏهن رجوگڻ ستوگڻ ۽ تموگڻ کي
دٻائي (زور وٺي) ٿو ۽ وقتي تموگڻ ستوگڻ ۽ رجو
گڻ کي دٻائي (زور وٺي) ٿو. جڏهن هن ديهه ۾ سڀني
دوارن (اندرين) مان جو گيان پرڪاش ٿئي ٿو، تڏهن
ڄاڻڻ کپي تہ ستوگڻ وڌيل آهي. هي ڀرت ڪل ۾
شريشٽ! رجوگڻ وڌڻ تي لوڀ، پرورتي (سنساري
وهنوار جي اڇا)، ڪرمن ۾ لڳو رهڻ، اشانتي، وشيہ
ڀوڳن جي ترشنا، اهي سڀ اُتپن ٿين ٿا. هي ارجن!
تموگڻ جي وڌڻ تي اونڌهہ [ڪرڻ جي ٻالنا ۾]
سستي، پرماد ۽ موهہ، اهي سڀ پيدا ٿين ٿا. ستوگڻ
جي واڌاري سان جڏهن ڪو جيو آتما مرڻ کي پراپت
ٿئي ٿو، تڏهن تہ اُتم گيانين جي لوڪن کي پراپت ٿئي
ٿو؛ آنهي رجوگڻ جي وڌڻ تي موت کي پراپت ٿي،
ڪرم سنگين ۾ جنمي ٿو ۽ تموگڻ جي وڌڻ تي مري
مورکن جي جوڻين ۾ اُتپن ٿئي ٿو. ساتوڪي ڪرمن جو
ڦل ستا[illegible] (سک، گيان ۽ ويراڳ وغيره) نرمل ڦل چيل

آهي ۽ راجسي* جو ڦل دک ۽ تامسي* جو ڦل اگيان.
ستو گڻ مان گيان اُٿن ٿئي ٿو، رجو مان لوڀ ۽ تمو
مان پرماد ۽ موهه (اگيان) پيدا ٿين ٿا. ستو گڻي مٿي
(اوچ لوڪن ۾) وڃن ٿا؛ راجسي وچ (منش لوڪ) ۾
رهن ٿا ۽ نچ، آلس، پرماد وغيره گڻن مان تامسي
اَڌوگتيءَ (ڪيٽن، پسن وغيره جُوڻين) کي پائين ٿا.
جڏهن دِرشٽا (ساکي پرش) گڻن کانسواءِ ٻئي ڪنهنکي
ڪرتا نٿو ڏسي ۽ [ٽنهي] گڻن کان مٿي سچالند کي
ڄاڻي ٿو، تڏهن منهنجي ڀاوَ (روپ) کي پراپت ٿئي
ٿو. اهو ديهيءَ ۽ اِن ديهيءَ جي اُپتيءَ جي ڪارڻ
ٽنهي گڻن کي پار ڪري جنم، موت، پيريءَ ۽ سڀني
دکن کان مڪت ٿي امرپد کي پائي ٿو."

**ارجن چيو**- "اُنهن ٽنهي گڻن کان پار پيل ڪهڙن
گڻن وارو آهي؟ اُنهنجي حالت ڪهڙي ٿئي ٿي ۽ هي
پرڀو! اهو ٽنهي گڻن کان ڪيئن لنگهي پار پوي ٿو؟"

**شري ڀڳوان چيو**- "هي پانڊو (ارجن)! جو
پرڪاش (ستو گڻ)، پرورتي (رجو گڻ) ۽ موهه (تمو گڻ)
۾ پروِرت ٿيڻ کي برو نٿو سمجهي ۽ انکي نه نورت
(ناس) ٿيڻ تي اُنهنجي اڇا ڪري ٿو؛ جيڪو ساکيءَ
جيان اِستت گڻن دوارا چلايل نٿو ٿئي؛ گڻ ئي گڻن
۾ ورتن ٿا، ائين سمجهي جيڪو اِستت رهي ٿو، سو
چلائمان نٿو ٿئي. پاڻ (آتما) ۾ اِستت، دک سک ۾ سمان

مٽيءَ، پٿر ۽ سون کي برابر سمجهندڙ، ڌيرج وارو،
پنهنجي ۽ ڌارئي کي هڪ سمجهندڙ، نندا ۽ استتيءَ ۾
برابر، جو مان اپمان ۾ برابر آهي، متر ۽ ويري ۾
سمان آهي، سو هر طرح جي ڪرتاپڻي جي اڀمان جو تياڳي
گڻاتيت چئبو وڃي ٿو ۽ °اوياڀچاري ڀڳتيءَ يوگ دوارا مون
کي ڀڄي ٿو، سو انهن گڻن کي پار ڪري برهم ۾ هڪ
ٿي وڃڻ جي لائق ٿئي ٿو. مان ئي اوناسي برهم ۽
امرت ۽ نتيه ڌرم جو اکنڊ اڪرس آنند جو ڌام آهيان."

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اپنشد ۽ برهم وديا ۽
يوگ شاستر جو شري ڪرشن ارجن سمواد جو "گڻ ترئه
وڀاڳ يوگ" نالي چوڏهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## اڌياءُ چوڏهين جو مهاتم

شوَ ڀڳوان چيو ته "اي پاروتي! هاڻي هن ڀوساگر
مان تري پار پوڻ جو ساڌن، جو شريمد ڀڳوت گيتا جو
چوڏهون اڌياءُ آهي، تنهن جو مهاتم ٻڌ. سنگهل ديش ۾
وڪرم ويتال نالي راجا هو، جو شينهن جهڙو پراڪرمي
هو. هڪ ڏينهن هو راجڪمارن کي ساڻ ڪري شڪار
واسطي جهنگل ڏانهن راهي ٿيو. شڪار لاءِ ڪتي ساڻ هئس
جهنگل ۾ ڪتيءَ سهو ڏٺو ته انهيءَ پٺ ورتائين. سهو

---

°ي ڀڳتي يوگ يعني هڪ چتائيءَ سان اسٿط
هر ۾ ٿي ڀڳتي ۽ ڌيان وڪا.

وني ڀڳو. اڳيان سهو ۽ ٻنيان ڪني. سهو ليز ڀچندو وچيهڪ ڪڏ ۾ ڪريو. اهو هند ڪهڙو هو؟ جتي بلڪل شانتي هئي. هرڻ بي ڊپا ٿيا وڻن هيٺان ويٺا رهندا هئا. باندر خوب ميوا ۽ ناريل کائيندا هئا. شينهن هاٿين جي ٻچن سان راند يون ڪندا هئا. نانگ بي ڦرڻي مورن جي کنڀن ۾ گهسي ويندا هئا. اهڙو هو اهنسڪ وايومنڊل سان ڀريل اهو استان. اتي هڪ آشرم هو، جتي وتس نالي مني رهندو هو، جو نت ڀڳوت گيتا جي چوڏهين اَڌيائ جو پاٺ ڪندو هو. سندس شش به انجو پاٺ ڪندا هئا. اُن ڏينهن وتس منيءَ جي شش اُن ڪڏ وٽ ٻنهنجا پير ڌوئتا هئا، جنهنڪري اُن هند گپ ٿي پيئي هئي. سهو ڊوڙندو اُن گپ ۾ وچي ڪريو ته هن جا اُتي ئي پران نڪري ويا ۽ هن دويه ديه ڌارڻ ڪئي. ڪتي به سهڻي جي ٻنيان اُتي ئپو ڏنو، تنهن به گپ ۾ ڪرندي ئي ديه ٺياڳي، دويه روپ ڌاريو ۽ ٻئي وئڪنٺ ڌام راهي ٿيا. اِهو ڏسي منيءَ جو ودوان شش ڪاڻڻ لڳو. راجا اِهو سڀ ڏٺو. منيءَ جي شش کي کلندو ڏسي هو عجب ۾ پيو ۽ هٿ جوڙي منيءَ جي شش کي وينتي ڪري پڇڻ لڳو ته "هي سڀ ڇا ٿيو ۽ اوهان ڇو کلي رهيا آهيو؟ ڪرپا ڪري هيءُ سارو راز سمجهايو." رشيءَ جي شش فرمايو ته "ارجن! هي ٻئي سهو ۽ ڪتي نيچ جوڻين مان ڇٽي وئڪنٺ ڇو پڌاريا ۽ هي ڪير هئا، سو ٻڌ. هن بن ۾ وتس نالي هڪ برهمڻ

رهندو آهي، جو جتي ستي مهاتما آهي ۽ گيتا جي
چوڏهين اڌياءَ جو نت پاٺ ڪندو آهي. مان اُن جو
شش آهيان، هاڻي ڪتيءَ ۽ سهي جو ٻه حال ٻڌ.
مهاراشٽر ۾ پرتيڊڪ نالي نگر ۾ ڪيشو نالي هڪ
وڏو ڪپٽي برهمڻ رهندو هو. اُنجي زال ويلنا
نالي هئي، جا بلڪل چڙواڪ، لولي هلندي هئي،
جهڳڙي ڪروڌ ۾ اچي مڙد زال جو خون ڪري
ڇڏيو. ان پاپ ڪري هو اچي سهو ٿيو ۽ برهمڻي
پنهنجي پاپ ڪري اها ڪتي بڻي. اُنهن ٻنهي جو
پاڻ ۾ اڳئين جنم جو وير هو. اڄ مون هن ڪڏي وقت
ڀير ڏوڙا هنا جنهن جي ڳپ ۾ ڪرڻ سبب اُنهنجو
اڌار ٿيو آهي. اهو سڀ گيتا جي چوڏهين اڌياءَ جي
پاٺ جو پرتاپ آهي، جو رڳو اُن پاڻيءَ جي ڦيرن
ڏوئل پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ ڪري هنڌا پاپ ڏوهي ويا."
اهو ٻڌي راجا اُن ڏينهن کان شرڌا سان گيتا جي
چوڏهين اڌياءَ جو پاٺ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ آخر ۾
پرم گتي پاتائين.

# اڌياءُ پندرهون

شري ڀڳوان چيو - ”جنهن [سنسار روپي] *اَشوٿ
(پپر) جي پاڙ مٿي ۽ شاخون هيٺ آهن، اُنکي اَبناسي
چون ٿا. جنهنجا ويد پن آهن، اُنکي جيڪو ڄاڻي ٿو،
سو سچ ڄاڻي ٿو، اُنجون شاخون هيٺ ۽ مٿي پکڙيل آهن،
[ٽن] گڻن سان وڌي ٿو، وشين روپي ڪونپرن وارو
آهي. منش جوليءَ ۾ ڪرمن انوسار ٻڌندڙ پاڙون
هيٺ مٿي چوڌاري وڃن ٿيون. هتي نه اهو روپ،
نه آد، نه انت ٿي آهي ۽ اڪي نه چڱيءَ طرح ٻڌل
آهي. ان پختي پاڙن واري اَشوٿ کي اَسنگ (وئراڳ)
روپي زبردست هٿيار سان ڪٽي، ان بعد ان پرم پد
کي کوجڻ کپي. ”جتي وڃي وري نٿو موٽي اچي
جنهن آدي پرش کان هيءَ پراڻي پروڙتي (سنسار)
هلندي ٿي اچي، انجي شرڻ وٺان ٿو.“ (اهڙي ڀاونا
ڌاري) مان ۽ موهه رهت، آسڪتيءَ روپي دوش کان
ڇٽل سدائين آتم سروپ ۾ استٿت، ڪامنا کان پريٰ
سک دک نالي مخالفتي جوڙن کان مُڪت گياني ان اَبناسي

* اَشوٿ يعني پپر جو وڻ سنسار آهي. اُنجون
پاڙون مٿي آهن، يعني اُنجي اُتپٽي آدي پرش مهاتما
آهي. اُهو سدائين قائم آهي، ٽن گڻن ستي، رجي ۽
تمي روپي ڀاڃيءَ سان اهو وڌندو رهي ٿو. ان جون
پاڙون چوڌاري پکڙيل آهن.

پد کي پائين ٿا. ان (پرم پد) کي نہ سج روشن ڪري ٿو، نڪي چنڊ ۽ نڪي اگني. اُني وڃي وري موٽڻ ڪو نٿي. اهو ئي منهنجو پرم ڌام آهي. جيو لوڪ ۾ جيو آتما منهنجو ئي سناتن انس آهي. اهو پرڪرتيءَ ۾ استٿ من سميت ڇهن ئي اندرين کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو. ديهه جو سوامي (جيو آتما) جڏهن هن (شرير) کي ڇڏي ٿو، يا ڌارڻ ڪري ٿو، تڏهن انهن (من سميت اندرين) کي نئين شرير ۾ ائين وٺي وڃي ٿو، جئن هوا سڳنڌ جي استان تان سڳنڌ کڻي ويندي آهي. اهو ڪنن، اکين، چمڙيءَ، جڀ، نڪ ۽ من جو آڌار وٺي، وشين ماڻي ٿو. ان (شرير) کي ڇڏي ويندي يا قائم رهندي، وشين کي ڀوڳيندي، (ٽن) گڻن واري کي اگياني انکي ڏسي سگهن نه ٿا. انسان پاڻ ۾ استٿ (آتما) کي ڏسن ٿا. من ڀوڳي جو الٽو آتما (انهڪرڻ) شڌ نہ ڪيو آهي، اهڙا اگياني انکي ڏسي سگهن نه ٿا جاڻن. اهو تيج، جو سج ۾ آهي، جو سڄي جڳت کي روشن ڪري ٿو ۽ جو چنڊ ۽ اگنيءَ ۾ آهي؛ انکي منهنجو ئي تيج جاڻ؛ ۽ پرٿويءَ ۾ پرويش ڪري مان پنهنجيءَ شڪتيءَ سان سڀني پراڻين کي ڌارڻ ڪريان ٿو ۽ رس وارو چندرما ٿي؛ سڀني ونسپتين کي پاليان ٿو. مان سڀني پراڻين جي ديهن ۾ استٿ ٿي؛ وئشوانر نالي اگني ٿي پران اپان سان گڏ چئن پرڪارن جي اَن کي پچايان (هضم ڪريان) ٿو ۽ مان سڀني جي هردي ويٺل آهيان. مون مان ئي سمرتي شڪتي (حافظو)؛

ڪرپاڻ نرسنگھ نالي راجا اهڙو نہ هو، جو هن پنهنجي
تلوار جي ٻل سان دشمنن کي ٻہ جيتي ورتو هو.
سندس وزير نہ هٿيار هلائڻ ۾ سندس سمان ئي هوشيار
۽ سورهيه هو. اُنجو نالو هو سرڀ ميرٿ. هو ڪپٽي
هو. هن راڄ هٿ ڪرڻ لاءِ راجا کي سندس ڪمارن
سميت خون ڪري جو پهه پچايو، پر جلد ئي دست ٿي
پيس ۽ ڏيهہ لياڳي وڃي سنڌ ديش ۾ گهوڙي جي
جوڻ ورتائين. اُهو گهوڙو ڏاڍو سهڻو ۽ زبردست هو.
هڪڙي ڏسي هڪ ولش نوجوان اهو گهوڙو مريد ڪيو
۽ راڄڌانيءَ ۾ راجا جي محلات وٽ آيو. راجا سان
انجي اڳ ئي واقفيت هئي، سو دربان ان نوجوان جي
اچڻ جي ڳالهہ راجا سان ڪئي، راجا هڪدم ٻاهر وٽ
گهرايو ۽ کانئس اچڻ جو سبب پڇيو. نوجوان ان گهوڙي
جي ڪيس ساراهہ ڪئي. راجا گهوڙو ڏٺو. نوجوان
گهوڙي جي جيڪا ساراهہ ٿي ڪئي، تنهن کان ٻہ راجا
ان کي وڌيڪ سمجهيو ۽ گهڻو ڏن ڏيئي خريد ڪيائين.
هڪ ڏينهن راجا ان گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجي
سردارن سميت شڪار واسطي جهنگ ڏانهن ويو. هرڻن
کي ڏسي انهن جي پٺيان گهوڙي کي تيز ڊوڙايائين.
گهوڙو تيز ڊوڙائيندي هن جا ساٿي پٺتي رهجي ويا.
آخر اڃ اچي ستايس، سو گهوڙي تان لٿو، ان کي
وڻ سان ٻڌي پاڻ پاڻيءَ جي تلاش ۾ لڪتو ئي نہ هڪ
پن اچي سندس اکيان پيو. ان ۾ شريمد ڀڳوت گيتا

جي پندرهين اڌ ڀاڱي جو اَڌ شلوڪ لکيل هو. راجا اُهو ڪنهو ۽ وڏي آواز سان جڏهن پڙهيائين ۽ اُهو گهوڙي ٻڌو، تڏهن اُهو اُتي ڪري پيو ۽ پراڻ ڪري ويس ۽ دويه ديهه ڌاري وئڪنٺ راهي ٿيو. راجا ڏاڍو اچرج ۾ پيو. اُن جو راز ڄاڻڻ چاهيائين. هن پر واري ڪري لي هڪ آشرم ڏٺو، جنهن ۾ وشڻو شرما نالي هڪ وڏو وان ۽ سر ليشٽ ڌرماتما برهمڻ رهندو هو. هو اُن وقت پهتو ۽ پنهنجو سوال نمرتا سان سندس اڳيان پيش ڪيائين. مهاتما فرمايو ته "هي راجن! اڳئين جنم ۾ هي گهوڙو تنهنجي وزير سري ميرلڌ نالي هو، جنهن لوڪي ۽ تنهنجي راجڪمارن کي راڄ جي هٿ ڪرڻ لاءِ خون ڪرڻ جي رٿ رٿي هئي، پر دستن تيڻ سبب مري ويو ۽ هي گهوڙو بڻيو. هاڻي توهان جيڪو پندرهين اَڌ ڀاڱي جو اَڌ شلوڪ پن تي لکيل پڙهي اُچارڻ ڪيو، سو ٻڌڻ ڪري هن جو گهوڙي جي جوڻ مان اُڌار ٿيو آهي." اِن ڳالهه هاندي راجا جا ماٿو سندس پٺ ونندا اچي اُتي پهتا ۽ سڀ مهاتما کي پرڻام ڪري واپس وريا. گهر پهچي، راجا گيتا جي پندرهين اَڌ ڀاڱي جي نت پاٺ ڪرڻ جو اڀيو ڪيو. پوءِ پنهنجي پٽ سنگهه ٻل کي راڄ گديءَ تي وهاري، پاڻ ويراڳ ورتي ڌاري اِن جو پاٺ هميشه ڪندو رهيو ۽ پرم گتيءَ کي پراپت ٿيو. هي پاروتي! اهڙو آهي مهتي ڏهڻ وارو پندرهون اڌ ڀاڱي.

## اڻ ياٺ سورهون

شري ڀڳوان چيو -”ڀرتا، اُتھڪرڻ جي شڪتي، گيان يوڳ ۾ پوري ءَ رھت قائم رھڻ، دان، دم، (اندرين کي وس ۾ رکڻ)، يڳيه، سواڌياءِ، (شاسترن جو اڀياس) تپسيا ۽ آرجو (شرير ۽ اندرين سميت اُتھڪرڻ جي سوڌائي) اھنسا، سچ اڪروڌ، تياڳ، شانتي، نندا نہ ڪرڻ، پوت پراڻين لاءِ (سڀني جيون واسطي) ديا، وشين سان سنٻنڌ نہ ھئڻ، ڪوملتا، مرياد رکڻ اُچپلتا، تيج ڪميا، ڌيرج پوترتا، ڪنھن سان دروھ نہ ڪرڻ، اڀمان نہ ڪرڻ، ھي ڀارت! اھي دئوي سمپدا واري پرش جا لڇڻ آھن. ھي پارٿ! پاکنڊ، گھمنڊ، اڀمان ڪروڌ ۽ ڪٺور ٻولڻ، ٻيو اگيان آسري سمپدا (سڀاوَ وارن) جا لڇڻ آھن. دئوي سمپدا (ايشوري گڻ) مُڪتيءَ لاءِ ۽ آسري بنڌڻ لاءِ مڃيا ويا آھن. ھي پانڊو! تون شوڪ نہ ڪر، ڇو تون دئوي سمپدا کي پراپت ٿيل آھين. ھي پارٿ! ھن لوڪ ۾ جيون جا سڀاوَ ٻن پرڪارن (ديون ۽ دئتن) جھڙا مڃيا ويا آھن (ھن کان اڳ) دئوي سڀاءُ تي وستار سان ٻڌايو ويو ۽ اڪري (ھاڻي) آسري سڀاءُ مون کان ٻڌ. سڀ سڀاوَ وارا پرورتي ۽ نورتي جا آھي (ڇا

ٻاهر کي اهم سمجھندڙ، حيلا، ڏنڀ جي ايمان سان ڀريل
وديا (شاسترن) جي آگيا جي اُبتڙ ڏاڍي مالر تپسيا ڪندڙ،
ٻاڪند سان تپ ڪن ٿا. اهي اهنڪار، ٻل، گهمنڊ،
ڪام ڪروڌ وغيره جي وس ٿي ٻين جي ننديا ڪندڙ
ٻڌيهين ۽ ٻين جي ديهن ۾ رهندڙ مون سان دويش ڪن
ٿا. اهڙن دويش ڪندڙ ڪٺور ۽ نيچن کي مان وري
وري سنسار ۾ راڪسي جوٺين ۾ ٿي ڦٽو ڪريان ٿو.
هي ڪنتي پترا اهي مورک مونکي نه پائي، جنم جنم
۾ راڪسي جوٺين کي پراپت ٿي، ان ۾ نيچ گتيءَ کي
پائين ٿا يعني گهور نرڪن ۾ ڪرن ٿا. ڪام، ڪروڌ ۽
لوڀ اهي ٽي نرڪن جا ٽرڪ جا دروازا آتم جو ناس
ڪندڙ آهن؛ انڪري اهي ٽئي ڇڏڻ کپن. هي ڪنتي
پترا انهن ٽنهي اوندهه دروازن کان مکت ٿيل پرش
پنهنجو ڪلياڻ ڪري ٿو ۽ انڪري پرم گتيءَ کي پائي
ٿو. جيڪو شاستر وڌي ڇڏي، پنهنجي ڪامنا موجب
هلي ٿو، اهو نه سڌيءَ کي پائي ٿو، نه پرم گتيءَ کي
۽ نه سک کي ئي پائي ٿو. انڪري تو لاءِ ڪرڻ ۽ نه
ڪرڻ جوڳيه ڪم آهي، ان لاءِ شاستر پرماڻ آهن، انهن
ڄاڻي توکي شاسترن جي وڌيءَ سان مقرر ڪرم ڪرڻ کپن.

ام تت ست!

انهن شريمد ڀڳوت گيتا روپي اپنشد ۽ برهم وديا
تا يوگ شاستر جو شري ڪرشن ارجن سنواد جو "ديو
اسر سمپد وڀاڳ يوگ" نالي سورهون اڌياءُ پورو ٿيو.

# اڌياءُ سترهون

**ارجن چيو** - هي ڪرشن! جيڪي شاسترن جي وڌيءَ کي لياڳي، فقط شرڌا سان يگ ڪن ٿا، اُنهنجي حالت ڪهڙي ٿئي ٿي؟ ساتوڪي، راجسي يا تامسي؟

**شري ڀڳوان چيو** :- "ديهه ڌارين جي جيڪا سڀاوڪ ٽن پرڪارن جي شرڌا ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي ٿئي ٿي، سا ٻڌ. هي ڀارت! شرڌا هر ڪنهن جي انتهڪرڻ موجب ٿئي ٿي. هي پرش شرڌا مان ٺهيو آهي. جنهنجي جهڙي شرڌا آهي، هو اهڙو ئي ٿئي ٿو. ساتوڪي سڀاءَ وارا ديون کي پوڄين ٿا، راجسي يڪشن ۽ راڪسن کي ۽ تامسي منش وري پريتن ۽ ڀوتن کي پوڄين ٿا. جيڪي منش شاستر وڌيءَ جي ابتڙ گهور تپسيا ڪن ٿا ۽ دنڀ، اهنڪار، ڪام، راڳ (موهه) ۽ ٻل جي ايمان وارا آهن؛ جيڪي سرير ۾ وسندڙ ڀوتن (شرير، من ۽ اندرين جي روپن ۾ ٺهيل پنجن ڀوتن آڪاس، اگني، وايو، پرٿوي ۽ جل) ۽ انتهڪرڻ ۾ وسندڙ موکي به ڪليش ڏين ٿا (پاڻ سڪائين ٿا)، اهي اگياني آسري (راڪسي) نشچي وارا ڄاڻ. (سڀاو موجب) کاڌو به سڀني کي ٽن پرڪارن جو پيارو لڳي ٿو ۽ ان ريت ئي يگيه، تپ ۽ دان به، اُنهنجا اهي ڀيارا ڀيد ٻڌ. آورجا ٻڌي، ٻل، تندرستي، سک ۽ پريت وڌائيندڙ رس وارا سنيا ۽ استر رهندڙ* ۽ سڀاوڪ

---

* جنهن کاڌي جو سار بدن ۾ گهڻو وقت رهي.

طرح من کي وڻندڙ کاڌا ساتوڪيءَ کي پيارا آهن.
ڪوڙا، کٽا، کارا، بلڪل گرم، تيز، رکا، ساڙيندڙ،
دک، چنتا ۽ روڳ پيدا ڪندڙ کاڌا راجسيءَ کي وڻندا
آهن. اڌ پڪا يا سوادِ، باسي، جوٺا، اپوتر کاڌا
تامسيءَ کي پيارا آهن. جنهن يگيہ ڦل جي اڇا کانسواءِ
شاستر جي وڌيءَ موجب لازمي ڄاڻي من لڳائي ڪجن،
سي ساتوڪي آهن ۽ پرنتو ڪل ڀ شريشٽ! جيڪي
يگيہ ڦل جي آس رکي ۽ دنڀ (پاکنڊ) سان ڪجن،
سي راجسي ڄاڻ. شاستر وڌيءَ رهت، ان دان بنا،
منتر اچارڻ کانسواءِ، ڏکڻا بنا ۽ شرڌا کانسواءِ ڪيل
يگيہ تامسي ڪوٺجن ٿا. ديوتا، برهمڻ، گروءَ (ماتا پتا،
آچاريہ ۽ ٻين وڏن) گيانين جي پوڄا، پوترتا، سرلتا
(سڌائي)، برهمچريہ ۽ اهنسا (جيو پالنا) شرير
تپسيا آهي. ڪنهن جي من کي نہ ڏکوئيندڙ، سچ،
وڻندڙ وائي ۽ سوادياء (ويدن شاسترن) جو ابياس
وائيءَ جي تپسيا ڪوٺجي ٿي. من جي پرسنتا،
ڀاونا، مون، آتم نگره (پاڻ تي ضابطو)، وچارن جي
سڌيءَ کي من جي تپسيا چئجي ٿو. اها [متي چول]
ٽن قسمن [شرير، من ۽ وائيءَ] جي تپسيا بلڪل شرڌا
سان ڦل جي اڇا بنا يڪمت پرش دوارا ساتوڪي سڏجي
ٿي جيڪا تپسيا ستڪار، مان ۽ پوڄا لاءِ پاکنڊ سان
ٿي ڪئي وڃي ٿي، سا بي ٿتا ۽ بي جتا ڦل واري

اجسي ڇئي ويئي آهي. جيڪا تپسيا موڙهي من سان
پاڻ کي پيڙي يا ٻين جي ٻري ڪرڻ لاءِ ڪجي ٿي،
سا تامسي چيل آهي. دان ڏيڻ فرض آهي، ان ڀاونا
سان * ديش ڪال ۽ پاتر ڏسي موٽ جي اُميد کانسواءِ
دان ڏنو وڃي ٿو، سو ساتوڪي چيل آهي ۽ جيڪو
دان ڪري ڪنهي ۽ موٽ ملڻ جي مراد سان يا ڦل
جي ڪامنا ڌاري ڏنو وڃي ٿو؛ راجسي چيو ويو
آهي ۽ جيڪو دان ٻنا ستڪار، ٻي عزتي ڪري،
ديش ڪال ۽ پاتر جو خيال ڪري نه ڏنو وڃي ٿو، سو
تامسي چيو ويو آهي. "اوم تت ست" اِهو ٽن پرڪارن
جو برهم جو نالو چيل آهي ۽ انهيءَ مان ئي سرشٽيءَ
جي آد ۾ ويد، برهمڻ ۽ يگيه رچيا ويا. اِڪري برهم
ادي شاستر وِديءَ موجب يگيه، دان ۽ تپسيا جون
ڪريائون سدائين اوم اُچارڻ سان ئي شروع ڪندا آهن.
مُمڪش جي اِڇا رکندڙ ڦل جي آس ٻنا "تت" (اُهو
پرماتما ئي سڀ آهي) چئي، نانا پرڪارن جي يگين ۽
تپسيائن جون ڪريائون ڪن ٿا. هي پارٿ! ستيه ڀاو
سريشٽ ڀاو ۾ اِهو "ست" شبد چوندا آهن ۽ اُتم ڪر
۾ (به) ست شبد استعمال ٿئي ٿو. يگيه، دان ۽ تپسيا
استٿتيءَ (پڪيءَ رهڻ) کي به "ست" چيو ويندو آه
۽ ان (ايشور) ارٿ ڪيل ڪرم پڻ "ست" چيا وي

* ملڪ ۽ وقت جي گهرج کي ڏسي لائق گهرج
ڏيڻ کپي.

طرح من کي وڻندڙ ڪاڏا ساتوڪيءَ کي پيارا آهن. ڪوڙا، کٽا، کارا، باڪل گرم، تيز، رکا، ساڙيندڙ، دک، چنتا ۽ روڳ پيدا ڪندڙ کاڌا راجسيءَ کي وڻندا آهن. اَڌ پڪا يا سوادي، باسي، ڌوتل، اُپوتر کاڌا تامسيءَ کي پيارا آهن. جيڪي يگيه ڦل جي اِڇا کانسواءِ شاستر جي وڌيءَ موجب لازمي ڄاڻي من لڳائي ڪجن، سي ساتوڪي آهن ۽ پرنتو ڪل ڀ شريشٽ! جيڪي يگيه ڦل جي آس رکي ۽ دنب (پاکنڊ) سان ڪجن، سي راجسي ڄاڻ. شاستر وڌيءَ رهت، ان دان بنا، منتر اُچارڻ کانسواءِ، ڏکڻا بنا ۽ شرڌا کانسواءِ ڪيل يگيه تامسي ڪوٺجن ٿا. ديوتا، برهمڻ، گروءَ (ماتا پتا، آچاريه ۽ ٻين وڏن) گيانين جي پوڄا، پوترتا، سرلتا (سوڌائي)، برهمچريه ۽ اهنسا (جي پالنا) شرير جي تپسيا آهي. ڪنهن جي من کي نه ڏکوئيندڙ، سچ وڻندڙ واڻي ۽ سواڌياءِ (ويدن شاسترن) جو ابياس واڻيءَ جي تپسيا ڪوٺجي ٿي. من جي پرسنتا، ڀاونا، مؤن، آتم نگره (پاڻ تي ضابطو)، ويچارن جي سڌيءَ کي من جي تپسيا چئجي ٿو. اِها [مٿي ڄاڻايل] ٽن قسمن [شرير، من ۽ واڻيءَ] جي تپسيا بلڪل شرڌا سان ڦل جي اِڇا بنا يڪمن پرش دوارا ساتوڪي سڏجي ٿي جيڪا تپسيا ستڪار، مان ۽ پوڄا لاءِ پاکنڊ سان ٿي ڪئي وڃي ٿي؛ سا نه ٽڪاءُ ۽ نه جٽا ڦل واري

راجسي چئي ويئي آهي. جيڪا تپسيا مورڙهي من سان
پاڻ کي پيڙي يا ٻين جي بري ڪرڻ لاءِ ڪجي ٿي،
سا تامسي چيل آهي. دان ڏيڻ فرض آهي، ان ڀاونا
سان * ديش ڪال ۽ پاتر ڏسي موٽ جي اميد کانسواءِ
دان ڏنو وڃي ٿو، سو ساتوڪي چيل آهي ۽ جيڪو
دان ڪرڪي ڪنجهي ۽ موٽ ملڻ جي مراد سان يا ڦل
جي ڪامنا ڌاري ڏنو وڃي ٿو؛ راجسي چيو ويو
آهي ۽ جيڪو دان بنا ستڪار، بي عزتي ڪري،
ديش ڪال ۽ پاتر جو خيال ڪري نه ڏنو وڃي ٿو، سو
تامسي چيو ويو آهي. "اوم تت ست" اهو ٽن پرڪارن
جو برهم جو نالو چيل آهي ۽ انهيءَ مان ئي سرشٽيءَ
جي آد ۾ ويد، برهمڻ ۽ يگيه رچيا ويا. اِنڪري برهم
ادي شاستر وڌيءَ موجب يگيه، دان ۽ تپسيا جون
ڪريائون سدائين اوم اچارڻ سان ئي شروع ڪندا آهن.
...ش جي اِڇا رکندڙ ڦل جي آس بنا "تت" (اهو
...رماتما ئي سڀ آهي) چئي، نانا پرڪارن جي يگين ۽
تپسيائن جون ڪريائون ڪن ٿا. هي پارٿ! ستيه ڀاو ۽
سريشٽ ڀاو ۾ اهو "ست" شبد چوندا آهن ۽ اتم ڪرم
۾ (به) ست شبد استعمال ٿئي ٿو. يگيه، دان ۽ تپسيا ۾
استٿيءَ (پڪيءَ رهڻ) کي به "ست" چيو ويندو آهي
۽ ان (ايشور) ارٿ ڪيل ڪرم پڪ "ست" چيا ويندا

* ملڪ ۽ وقت جي گهرج کي ڏسي لائق گهرجائن
کي دان ڏيڻ کپي.

طرح من کي وڻندڙ کاڌا ساتوڪيءَ کي پيارا آهن.
ڪَوڙا، کٽا، کارا، بلڪل گرم، تيز، رکا، ساڙيندڙ،
ڏک، چنتا ۽ روڳ پيدا ڪندڙ کاڌا راجسيءَ کي وڻندا
آهن. اڌ پڪا يا سواد ري، باسي، جُوٺا، اپوتر کاڌا
تامسيءَ کي پيارا آهن. جيڪي يگيہ ڦل جي اِڇا کانسواءِ
شاستر جي وڌيءَ موجب لازمي ڄاڻي من لڳائي ڪجن،
سي ساتوڪي آهن ۽ پرنت ڪل ڀ شريشٽ! جيڪي
يگيہ ڦل جي آس رکي ۽ ڏنڀ (پاکنڊ) سان ڪجن،
سي راجسي ڄاڻ. شاستر وڌيءَ رهت، ان دان بنا،
منتر اُچارڻ کانسواءِ، ڏکڻا بنا ۽ شرڌا کانسواءِ ڪيل
يگيہ تامسي ڪوٺجن ٿا. ديوتا، برهمڻ، گروءَ (ماتا پتا
آچاريه ۽ ٻين وڏن) گيانين جي پوڄا، پوترتا، سرلتا
(سوڌائي)، برهمچريه ۽ اهنسا (جي پالنا) شرير جي
تپسيا آهي. ڪنهن جي من کي نه ڏکوئيندڙ، سچ،
وڻندڙ وائي ۽ سواڌياءِ (ويدن شاسترن) جو ابياس
وائيءَ جي تپسيا ڪوٺجي ٿي. من جي پرسنتا،
ڀاونا، مؤن، آتم نگره (پاڻ تي ضابطو)، ويچارن جي
سڌيءَ کي من جي تپسيا چئجي ٿو. اِها [مٿي ڄاڻيل]
ٽن قسمن [شرير، من ۽ وائيءَ] جي تپسيا بلڪل شرڌا
سان ڦل جي اِڇا بنا يڪسو پرش دوارا ساتوڪي سڏجي
ٿي جيڪا تپسيا ستڪار، مان ۽ پوڄا لاءِ پاکنڊ سان
ٿي ڪئي وڃي ٿي، سا ٿي ٽِڪا ۽ ٿي جٽا ڦل واري

سان راجسي چئي وئي آهي. جيڪا تپسيا موڙهي من سان پاڻ کي پيڙي يا ٻين جي بري ڪرڻ لاءِ ڪجي ٿي، سا تامسي چيل آهي. دان ڏيڻ فرض آهي، ان ڀاونا سان * ديش ڪال ۽ پاتر ڏسي موٽ جي اميد ڪانسواءِ دان ڏنو وڃي ٿو، سو ساتوڪي چيل آهي ۽ جيڪو دان ڪري ڪنهن ۽ موٽ ملڻ جي مراد سان يا ڦل جي ڪامنا ڌاري ڏنو وڃي ٿو ۽ راجسي چيو ويو آهي ۽ جيڪو دان بنا ستڪار، بي عزتي ڪري، ديش ڪال ۽ پاتر جو خيال ڪري نه ڏنو وڃي ٿو، سو تامسي چيو ويو آهي. "اوم تت ست" اِهو ٽن پرڪارن جو برهم جو نالو چيل آهي ۽ انهيءَ مان ئي سرشٽيءَ جي آد ۾ ويد، برهمڻ ۽ يگيه رچيا ويا. اِنڪري برهم ...دي شاستر وڌيءَ موجب يگيه، دان ۽ تپسيا جون ...ڪرياڪون سدائين اوم اچارڻ سان ئي شروع ڪندا آهن ...ش جي اِڇا رکندڙ ڦل جي آس بنا "تت" (اِها ...ماتما ئي سڀ آهي) چئي، نانا پرڪارن جي يگين ...تپسيائن جون ڪرياڪون ڪن ٿا. هي پارٿ! ستيه ڀاو سريشٽ ڀاو ۾ اِهو "ست" شبد چوندا آهن ۽ اُتم ڪر... ۾ (بہ) ست شبد استعمال ٿئي ٿو. يگيه، دان ۽ تپسيا... اِستٿيءَ (ٽڪيءَ رهڻ) کي بہ "ست" چيو ويندو آ... ۽ ان (ايشور) ارٿ ڪيل ڪرم ٻڪ "ست" چيا و...

---

* ملڪ ۽ وقت جي گهرج کي ڏسي لائق گهر... ... ڏيڻ کپي.

طرح من کي وٺندڙ ڪاڏا سالوڪيءَ کي پيارا آهن. ڪوڙا، کٽا، کارا، باڪل گرم، تيز، رکا، ساڙيندڙ، دک، جنتا ۽ روڳ پيدا ڪندڙ ڪاڌا راجسيءَ کي وڻندا آهن. اڌ پڪا بي سواديِ، باسي، جوٺا، اپوتر کاڌا تامسيءَ کي پيارا آهن. جيڪي يگيہ ڦل جي اِڇا کانسواءِ شاستر جي وڌيءَ موجب لازمي ڄاڻي من لڳائي ڪجن، سي سالوڪي آهن ۽ پرنت ڪل ۾ شريشٽ! جيڪي يگيہ ڦل جي آس رکي ۽ دنب (پاکنڊ) سا ڪجن، سي راجسي ڄاڻ. شاستر وڌيءَ رهت، ان دان بنا، منتر اُچارڻ کانسواءِ، ڏکڻا بنا ۽ شرڌا کانسواءِ ڪبل يگيہ تامسي ڪوٺجن ٿا. ديوتا، برهمڻ، گروءَ (ماتا پتا، آچاريہ ۽ ٻين وڏن) گيانين جي پوڄا، پوترتا، سرلتا (سوڌائي)، برهمچريہ ۽ اهنسا (جي پالنا) شرير جو تپسيا آهي. ڪنهن جي من کي نہ ڏکوئيندڙ، سچو وڻندڙ واڻي ۽ سواڌيايہ (ويدن شاسترن) جو ابياس واڻيءَ جي تپسيا ڪوٺجي ٿي. من جي پرسنتا، ... ياونا، مؤن، آتم نگره (پاڻ تي ضابطو)، ويچارن جي سڌيءَ کي من جي تپسيا چئجي ٿو. اِها [متي چيل] ٽن قسمن [شرير، من ۽ واڻيءَ] جي تپسيا بلڪل شرڌا سان ڦل جي اِڇا بنا يڪت پرش دوارا سالوڪي سڏجي ٿي جيڪا تپسيا ستڪار، مان ۽ پوڄا لاءِ پاکنڊ سان ڪئي ... سا بي بنا ۽ بي جتا ڦل واري

اجسي چئي ويئي آهي. جيڪا تپسيا موڙهي من سان
ڻ کي پيڙي يا ٻين جي ٻري ڪرڻ لاءِ ڪجي ٿي،
يا تامسي چيل آهي. دان ڏيڻ فرض آهي، ان ياونا
سان * ديش ڪال ۽ پاتر ڏسي موت جي اميد کانسواءِ
دان ڏنو وڃي ٿو، سو ساتوڪي چيل آهي ۽ جيڪو
دان ڪري ڪنجهي ۽ موت ملڻ جي مراد سان يا ڦل
جي ڪامنا ڌاري ڏنو وڃي ٿو، راجسي چيو ويو
آهي ۽ جيڪو دان بنا ستڪار، بي عزتي ڪري،
ديش ڪال ۽ پاتر جو خيال ڪري نه ڏنو وڃي ٿو، سو
تامسي چيو ويو آهي. ”اوم تت ست“ اهو ٽن ٻرڪارن
جو برهم جو نالو چيل آهي ۽ انهيءَ مان ئي سرشٽيءَ
جي آد ۾ ويد، برهمڻ ۽ يگيه رچيا ويا. اِڪري برهم
ديِ شاستر وڌيءَ موجب يگيه، دان ۽ تپسيا جون
ڪرياون سدائين اوم اچارڻ سان ئي شروع ڪندا آهن.
ن جي اِڇا رکندڙ ڦل جي آس بنا ”تت“ (اهو
ر ماتما ئي سڀ آهي) چئي، نانا ٻرڪارن جي يگين ۽
تپسيائن جون ڪرياون ڪن ٿا. هي پارٿ! سٺيه ڀاو ۽
سريشٽ ڀاو ۾ اهو ”ست“ شبد چوندا آهن ۽ اُتم ڪرم
۾ (ٻ) ست شبد استعمال ٿئي ٿو. يگيه، دان ۽ تپسيا ۾
اِستٿيءَ (ٽڪيءَ رهڻ) کي ٻ ”ست“ چيو ويندو آهي
۽ ان (ايشور) ارٿ ڪيل ڪرم ٻڪ ”ست“ چيا ويندا

* ملڪ ۽ وقت جي گهرج کي ڏسي لائق گهرجائن
کي دان ڏيڻ کپي.

آهن. هي ڀارت! شرڌا ٽن طرحن جي آهي. اُهي رُوپ سڀ سُپرين جا آهن. ڪو به ڪرم "اسٽ" ڪريو وڃو آهي، اُهو نه ته هتي نه اُتي ڪم ڪري. پر انهن ڪمن کي ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته اُهي ساتوڪ شرڌا سان ڪيا وڃن. ٻيو ته ڪي مرڻ کان پوءِ لاڀدائڪ آهي، اڪري سڀ سَروپ پرماتما جو چنتن ڪرڻ کپي."

اوم تت ست!

شريمد ڀڳوت گيتا روپي اُپنشد يعني برهم وديا بابت يوگ شاستر جو شري ڪرشن ارجن سنواد جو "شرڌا ترئه وڀاڳ يوگ" نالي سترهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## اڌياءُ سترهين جو مهاتم

شري مهاديو چيو ته "پاروتي! سترهين اڌياءُ جو مهاتم لوڪي ٻڌاءِ. هاڻي سترهين آڌياءُ جو مهاتم ٻه ساوڌان ٿي ٻڌ. راجا کنگاهو نالي راجا جي پٽ جو دشاسن نالي اوڪر هو. هو هڪ ڏينهن راجڪمارن سان شرط اڏي هڪ مست هاٿيءَ تي چڙهيو. هو ڪروڌ مان هاٿيءَ کي گهمت وٺ ڳالهائي رهيو هو. جنهنڪري هاٿي ڪروڌ ۾ اچي ويو. دشاسن به هاٿيءَ تان ڪري اچي هيٺ پيو ته هاٿيءَ کيس سونڍ ۾ کڻي ڪٽي وڌو. هو جٺن ڏڪيءَ تي ڪريو، تنهن اُهڙو ته ڏٺو آيس جو سندس ساهه نڪري ويو. ان بعد هن وڏي هاٿيءَ جي جُوڻ ورتي. سنگلديپ جي راجا کنگاهو راجا سان مترتا هئي، سو هن اهو هاٿي ڪرم موڪلي ڏنو. هڪ ڏينهن راجا هڪ ڪويءَ ڪاوڙ تي راضي ٿيو، سو اُهو هاٿي ان کي ڏيڻا طور

آن ڪريءَ وري اهو هاٿي مالوا جي راجا کي هڪ سؤ
مهرن ۾ ڪٽي ڇڏيو. ڪجهه وقت بعد آن هاٿيءَ کي
اچي سخت بخار ورايو. پهلوان اها ڳالهه راجا سان ڪئي،
تڏهن راجا وزيرن سان گڏ ان هاٿيءَ کي ڏسڻ لاءِ ويو.
راجا ۽ ٻيا حيرت ۾ پيا جڏهن ڏٺائون ته اهو هاٿي
ڳالهائڻ لڳو. راجا کي چوڻ لڳو ته "سڀني شاسترن جا
گياني (ڄاڻو)، راجنيتيءَ جا ساگر، دشمن کي جيتيندڙ
راجا! دوائن سان منهنجو مرض ڪين هٽندو. اوهين
مهرباني ڪري اهو ڪو مهاتما گهرايو، جو شريمد گيتا
جي سترهين اڌياءَ جو نت پاٺ ڪندڙ هجي." راجا
جي آگيا سان اهڙو هڪ مهاتما گهرايو ويو. هن ٻوڙي جل
تي گيتا جي سترهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري، اهو هاٿي
تي ڇٽڪاريو ته هاٿيءَ ديهي تياڳي دويه ديهه ڌاري
ونڪت وڃڻ لڳو. تڏهن راجا کانئس اڳين جنم جي
کهاڻي پڇي. آن دويه ديهه ڌاريءَ هاٿيءَ کيس اڳين
جنم جي کهاڻي ٻڌائي ته اڳين جنم ۾ مان راجا ڪنگباهو
جي راجڪمار جو نوڪر هوس ۽ ايمان ڪري هاٿيءَ هٿان
مارجي هيءَ ديهي ڌاري هئم ۽ هاڻي سترهين اڌياءَ
جي پاٺ سبب منهنجو ڇوٽڪارو ٿيو آهي، هي ٻڌي مالوا
جي راجا کي اهڙو ته آدر ٿيو، جو آن بعد شريمد ڀڳوت
گيتا جي سترهين اڌياءَ جو نت پاٺ ڪندو رهيو ۽
آنت ۾ مڪتي پد پاتائين. پاروتي! اهو آ سترهين اڌياءَ
جو مهاتم ٻڌو.

# اڍيائي ارڙھون

ارجن چيو:- ”ھي مھاباھو! ھي ھرشيڪيش!
ھي واسديو! مان سنياس ۽ تياڳ جي تت کي جدا جدا
ڄاڻڻ چاھيان ٿو.“

شري ڀڳوان چيو:- ”ڪي (پنڊت) ڪامنائن
وارن ڪرمن جي تياڳ کي سنياس ڄاڻن ٿا ۽ وچار وارا
سڀني ڪرمن جي ڦل جي تياڳ کي چون ٿا. ڪيترا
ودوان ائين چون ٿا تہ ڪرم دوش سان ڀريل آھن،
ان ڪري تياڳڻ گھرجن ۽ ٻيا وري چون ٿا تہ يگيہ،
دان ۽ تپ روپي ڪرم تياڳڻ روا نہ آھن. ھي ڀرت
ڪل ۾ شريشٽ! تياڳ جي باري ۾ منھنجو مت ٻڌ.
ھي پرشن ۾ شريشٽ! تياڳ ٽن پرڪارن جو (ساتوڪي،
راجسي ۽ تامسي) چيو ويو آھي. يگيہ، دان ۽ تپ
ڪرم تياڳڻ نہ گھرجن. يگيہ، دان ۽ تپسيا ٻڌيمانن کي پوتر
ڪندڙ آھن. ھي پارٿ! اھي ڪرم ۽ ٻيا ڪرم بہ
آسڪتي (موھہ) ڇڏي ۽ ڦل جو تياڳ ڪري ڪرڻ
گھرجن. اھو منھنجو اٽل مت (راءِ) آھي. مقرر (لازمي)
ڪرمن جو تياڳ ڪرڻ نہ جڳائي. موھہ (اگيان) ڪري
انھيءَ جو تياڳ ڪرڻ تامسي تياڳ چيو ويو آھي. جيڪو
ڪرم ڏک روپ (سمجھي) ۽ شرير جي ڪشٽ جي ڀؤ
ڪان تياڳي ٿو، سو راجسي تياڳ آھي. انھيءَ تياڳ ڪندي
بہ انجي ڦل کي نٿو پائجي. ھي ارجن! جيڪو ڪرڻ

ٿو ڪيو) اهي ٽنهي جي سمجهڻ سان ڪرم پورو ٿي ٿئي
ٿي ۽ ڪرتا، ڪرڻ (ذريعي) ۽ ڪريا انهن ٽن ڪري
ڪرم ٿئي ٿو. گيان، ڪرم ۽ ڪرتا جا به سانک
شاستر موجب ٽي پرڪار ٿيا ويا آهن. اهي به پوريءَ
ريت ٻڌ. جنهن گيان سان جدا جدا سڀني ڀوتن ۾ هڪ
اويناسي سروپ ڀاو ورهائجڻ جي ذري ٿو، سو
ساتوڪي جاڻ. جيڪو گيان سڀني ڀوتن ۾ جدا جدا
پرڪارن جي انيڪ ڀاون (روپن) کي نيارو نيارو جاڻائي
ٿو، ان گيان کي راجسي جاڻ ۽ اهو گيان جنهن ڪري
هڪ ڪارج (شرير) کي سڀڪجهه سمجهي، ان ۾ آسڪتي
رکجي ٿي ۽ بنا سمجهه جي ۽ ٿورو آهي، [اهڙو
گيان] تامسي چيو ويو آهي. جيڪو لازمي ڪرم ڦل جي
اڇا بنا، راڳ (پريم) ۽ دويش ڇڏي، سنگ رهت ٿي
(ڪرتاپڻي جو ڀاو ڇڏي) ڪري ٿو، اهو (ڪرم)
ساتوڪي سڏيو وڃي ٿو ۽ جيڪو گهڻي ڪشالي سان
ڪامنا رکي، اهنڪار (مون ڪيو آهي، ان ويچار)
دوارا ڪيو وڃي ٿو، سو راجسي چيو ويو آهي. جيڪو
ڪرم موه (اگيان) وچان، نتيجي، هاڃيءَ، هنسا ۽
سمرٿيءَ جو ويچار نه ڪري ڪيو ويندو آهي، سو تامسي
ڪوٺيو ويو آهي. سنگ (آسڪتيءَ) رهت، مان مان نه
چوندڙ، ڌرج ۽ اتساهه وارو، ڪاميابيءَ ۽ ناڪاميابيءَ
۾ نرويڪار (خوشيءَ ۽ رنج کان پري) ڪرتا (ڪم
ڪندڙ) ساتوڪي چيو وڃي ٿو. راڳي (پريم وارو)،

ڪرم جي ڦل جي چاھنا رکندڙ، لوڀي، ھنسا جي سڀاو
وارو، اشد، خوشيءَ ۽ ڏک ۾ گھيرجي ڪرتا راجسي چيو
ويو آھي. چنچل، ٻي سمجھ، گھمنڊي، ڌولابي،
آلسي ۽ ڏکيو، ڪندڙ ڪرتا تامسي چيو ويو آھي. ھي
ڌننجيه! ٻڌيءَ جا ۽ ڌيرج جا به گڻن ڪري ٽي ٽي
قسم آھن. اھو ڀيد جدا جدا مون کان ٻڌ. ھي پارٿ!
جيڪا ٻڌي پرورتيءَ ۽ نورتيءَ، ڪاريه ۽ اڪاريه،
ڀو ۽ اڀو، بنڌن ۽ موکش کي ڄاڻي ٿي، اھا
ساتوڪي آھي. ھي پارٿ! جنھن (ٻڌيءَ) دوارا ڌرم
اڌرم، ڪاريه ۽ اڪاريه ٺيڪ رت نٿو ڄاڻجي، اھا
ٻڌي راجسي آھي. ھي پارٿ! جيڪا تموگڻي ٻڌي
اڌرم کي ڌرم جيان مڃي ٿي ۽ سڀني ڳالھين کي اُبتو
سمجھي ٿي، سا تامسي آھي. ھي پارٿ! يوڳ دوارا
جنھن وڀچارڻي ڌارڻا★ سان من، پراڻ، اندرين ۽ ڪرمن
کي منش ڌارڻ ڪري ٿو، سو ڌيرج ساتوڪي ۽ ھي
پارٿ! ڦل جو ڪانڪي، سنگ ۾ گھيرجي، جنھن ڌارڻا
دوارا ڌرم، ارٿ ۽ ڪام کي ڌارڻ ڪري ٿو، سو
ڌيرج ھي ارجن! راجسي آھي. ھي پارٿ! دشٽ
ٻڌيءَ وارو جنھن ڌارڻا دوارا ننڊ، چنتا، ڀؤ، ڏک ۽
ايمان کي نٿو ڇڏي، اھو ڌيرج تامسي آھي. ھي ڀرت
سريشٽ! ھاڻي مون کان سک به ٽن پرڪارن جو ٻڌ.

★ ڀڳوت ڪانسواءِ ٻين سنساري وشين جي ڌارڻا وڀچارڻي
چئي وڃي ٿي.

جنهن سک جي اڀياس ڪري آنند ملي ۽ ڏکن جو انت
اچي، جو ٻاهران وهه جهڙو ڀاسي، پر جنهنجو نتيجو
امرت سمان آهي، جو آتم ٻڌيءَ جي ڪرپا سان پيدا ٿيو
آهي، اهو سک ساتوڪي چيو ويو آهي. جيڪو سک وشيه
۽ اندرين جي سنجوڳ سان ملي ٿو، سو ٻاهران ته امرت
جهڙو [ڀاسي ٿو] پر انجو نتيجو وهه جهڙو آهي. اهو
راجسي چيو ويو آهي. جو سک ٻنهي (شروعات وقت) ۽
پوءِ (نتيجي ماڻ ئي) به آتما کي موهي ٿو (اڳيان ۽
پوءِ ٿو)، اهو ننڊ، آلس ۽ پرماد مان پيدا ٿيڻ
وارو تامسي چيو ويو آهي. ڌرتيءَ تي يا سرڳ اندر ڪي
ديوتائن ۾ اهڙو ڪو پراڻي ڪونه آهي، جو انهن پرڪرتيءَ
جي ٽن گڻن کان آجو هجي. هي پرنتپ! برهمڻن، ڪشترين،
ويشن ۽ شودرن جا ڪرم سڀاون سڀاوڪ گڻن موجب
ڌار ڌار آهن. شم (من جي شانتي)، دم (اندرين کي وس
۾ رکڻ)، تپسيا، پوترتا، سهن شيلتا، سرلتا (سڌائي)،
آستڪ ٻڌي (اشور ۽ شاسترن ۾ شردا) گيان ۽ وگيان
برهمڻ جا سڀاوڪ ڪرم آهن. سورهيائي، تيج، ڌيرج،
چترائي، جنگ مان نه موٽڻ، دان، سوامي ڀاءُ (راڄ
هلائڻ) ڪشتريءَ جا سڀاوڪ ڪرم آهن. کيتي ڪرڻ،
ڳئن جي پالنا ۽ وڻج واپار ڪرڻ ويشن جا سڀاوڪ
ڪرم آهن. پنهنجي پنهنجي ڪرم ۾ لڳل منش سڌيءَ
کي پراپت ڪري ٿو. پنهنجي ڪرم ۾ لڳل جئن سڌي
پائي ٿو، سو ٻڌ. جنهن مان سڀني پراڻين (جيون) جي

الپتي ٿئي ٿي، جنهن مان هي سڀ (جڳت) ورتل
رهيو آهي، انکي پنهنجن ڪرمن سان پوڄي منش سڌيءَ
کي پائي ٿو. گڻ رهت پنهنجو چڱيءَ ريت ڪيل ڌرم
(فرض) ۾ ٻئي ڌرم کان چڱو آهي. جيڪو سڀاوڪ
لازمي ڪرم ڪري ٿو، سو پاپ کي پراپت نٿو ٿئي.
هي ڪنتي پتر! دوش سان ڀريل به سڀاوڪ ڪرم نه
ڇڏڻ کپي؛ ڇاڪاڻ ته جيئن آگ دونهين سان ڍڪيل
آهي، تيئن سڀ ڪرم ڪنهن نه ڪنهن دوش سان ڀريل
آهن. هر طرح آسڪتيءَ رهت بڌيءَ وارو، اڇا رهت
پاڻ، پاڻ کي وس ڪندڙ سنياس سان پرم نهڪرم سڌيءَ
کي پائي ٿو. هي ڪنتي پتر! سڌيءَ پراپت ٿيل جيئن
برهم کي پائي ٿو؛ جنهن گيان جي پرم نشٺا آهي، سا
ٻه مون کان ٿوري ۾ سمجهه. شڌ بڌيءَ وارو ڌيرج سان
پنهنجي انتهڪرڻ کي وس ۾ ڪري؛ شبد وغيره وشين
کي تياڳي؛ راڳ، دويش کي ناس ڪري ايڪانت ۾ رهي
گهٽ کائي، من واڻي ۽ شرير کي جيتي، ڌيان يوگ ۾
لڳي؛ نت ويراڳ کي پراپت ٿي؛ اهنڪار، ٻل، گهمنڊ،
ڪام، ڪروڌ ۽ سڀ لاڳاپا تياڳي؛ ممتا رهت، شانت
پرش ساکياتڪار جي لائق ٿئي ٿو. برهم ۾ استٿت پرسن
چت وارو نه شوڪ ڪري ٿو ۽ نه اڇا ڪري ٿو. سمان
ڀاو سان منهنجي پرم ڀڳتيءَ کي پراپت ٿئي ٿو. ڀڳتيءَ
دوارا مون کي يٿارٿ ڄاڻي ٿو مان ڪهڙو آهيان. اُن
ڀڳتيءَ سان مونکي پوريءَ ريت ڄاڻي هڪدم مون ۾

لئه ٿي وڃي ٿو. منهنجي شرڻ آيل سدائين سڀ ڪم
ڪندي به منهنجي ڪرپا سان سناتن اوناسي پد کي پائي
ٿو. من سان سڀ ڪرم مون کي ارپڻ ڪري، منهنجي
شرڻ وٺي، ٻڌي يوگ (گيان يوگ) جو آڌار وٺي سدائين
مون ۾ چت لڳاءِ. تون مون ۾ چت لڳائيندين ته منهنجي
ڪرپا سان سڀني مشڪلاتن مان ٽري پار پوندين، پر
جيڪڏهن اهنڪار وچان نه ٻڌندين (منهنجو چيو نه مڃيندين)
ته ناس ٿي ويندين. جي اهنڪار ڪري خيال ڪندين
ته ناس ٿي ويندين. جي اهنڪار ڪري خيال ڪندين
ته مان جنگ نه ڪندس ته اهو تنهنجو نشچو مٿيا (ڪوڙو)
آهي، ڇاڪاڻ ته تنهنجو [ڪرتي] سڀاءُ توکان زوريءَ جنگ
ڪرائيندو. هي ڪنتي پتر! جيڪي تون موهه ڪري
ڪرڻ نٿو چاهين، سو به پنهنجي سڀاوڪ ڪرم سان
ٻڌجي، پورو ٿي ڪندين. هي ارجن! ايشور سڀني
پراڻين جي هردي ۾ رهي ٿو، جو مايا سان سڀني پراڻين
[جي شرير] کي ڦيرائي ٿو. هي ڀارت! سڀني پرڪارن
سان اُن (پرميشور) جي شرڻ ۾ وڃ. اُنجي ڪرپا سان
پرم شانتيءَ سناتن استان (پرم ڌام) کي پائيندين. اِن
رهسيه ويچاري جئن چاهين، تئن ڪر تون سڀ کان وڏي
۾ وڏي ڳجهه، منهنجي پرم وچن کي ٻڌ. تون مون کي
بلڪل پيارو آهين، انڪري ٻڌايان ٿو. هي تنهنجي ڪلياڻ
لاءِ چوندس. مون ۾ من ڌر، منهنجو ڀڳت ٿيءُ منهنجي
پوڄا ڪر، مون کي نمسڪار ڪر. ان وانگر مون کي

ان ڪهڙو پُڃ ڪيو آهي، جنهنڪري اُنکي اهو ديوَ
سنگهاسن پراپت ٿيو آهي؟" ڀڳوان چيو ته "هي اندر!
هيءُ شريمد ڀڳوت گيتا جي ارڙهين اڌياءِ جا پنج شلوڪ
ڏهاڙي پاٺ ڪندو هو، انڪري ئي هنکي تنهنجو
سنگهاسن پراپت ٿيو آهي. اُنجو آڌار وٺي تون ورب
پنهنجي پد تي قائم ٿي سگهين ٿو." هي ٻڌي ڀڳوان
جي وچن انوسار هو برهمڻ ڪو وٺي ڏاري گرداوري
ندي جي ڪناري تي ويو. اُتي ڪالڪا مالي هڪ پوتر
نگر ڏٺائين، جتي ڀڳوان ڪاليشور جو مندر هو. اُتي
هڪ ڏوماليا برهمڻ ويٺو هو، جو بلڪل ديالو ۽ ويدن
جو ودوان هو ۽ من کي سدائين وس ۾ ڪري گيتا جي
ارڙهين اڌياءِ جو ابياس ڪندو رهندو هو. اُنکي
ڏسي بلڪل شردا سان سندس چرڻن ۾ سر نوايائين ۽
اُنکان ارڙهون اڌياءُ ڏاڙهي ڪمائين. ان جي پڄ ڪري
هن وشنو جو راڄ پراپت ڪيو، جنهنجي ڀيٽ ۾ اندر
جو راڄ ڪجهه ڪين هو. هو ولڪنٽ ڌام ۾ ويو. هي
پاروتي! هي ارڙهون اڌياءُ مڪتي لاءِ بلڪل شريشٽ
آهي. اُنجي ٻڌڻ سان پاپ دور ٿين ٿا. هاڻي مون
توکي گيتا جي سڀني اڌيائن جو مهاتم ٻڌايو آهي. هي
پاڪن واري! جيڪو به آدمي شردا سان اهو ٻڌي ٿو، سو
سڀني يگين جو ڦل پائي وشنو لوڪ کي پراپت ڪري ٿو."

—:o:—

# شريمد ڀڳوت گيتا جو مهاتم

ڌرتي ماتا شري وشنو ڀڳوان کان سوال ڪيو ته ”هي ڀڳوان ! هي هري ! هي پرميشور ! پرارٻڌ جا ڀوڳ ڀوڳيندڙ ماڻهن پرارٻڌ آڏو ڪين سنساري منشن ۾ ايشور جي اٽل ڀڳتي ڪهڙي طرح اچي سگهي ٿي؟“ ان سوال جي وراڻيءَ ۾ شري وشنو ڀڳوان ڌرتي ماتا کي هي اتر ڏنو ته ”پرارٻڌ جي آڏو جيڪو پرش شريمد ڀڳوت گيتا جي پڙهڻ ۽ اڀياس ڪرڻ ۾ سدائين لڳو رهي ٿو، اهو منش هن لوڪ ۾ سکي رهي ٿو ۽ ڪرمن ۾ نه ڦاسي، مڪتيءَ کي پراپت ڪري ٿو. گيتا جي اڀياس ڪندڙ کي پاپ ۽ سپرش نٿو ڪري سگهي، جهڙيءَ طرح ڪمل جي گل کي پاڻي ڇهي نٿو سگهي. جتي استان تي گيتا جو پاٺ ٿئي ٿو اهو استان پرياگ آد تيرٿ آهي. گيتا پاٺ اِن تيرٿ ۾ اشنان ڪرڻ جو ڦل آهي. جنهن استان تي رهندڙن کي ديوتائن، رشين ۽ يوگين جي سهائتا حاصل ٿئي ٿي. هي ڌرتي! جنهن استان تي گيتا جو وچار، پڙهڻ يا پاٺ ٿيندو رهي ٿو، تنهن استان تي مان نواس ڪريان ٿو. گيتا جي آسري مان رهان ٿو. گيتا منهنجو آتم گهر آهي. گيتا گيان جو آسرو وٺي مان ٽنهي لوڪن جي پالنا ڪريان ٿو. گيتا منهنجي پرم وديا آهي. گيتا برهم روپ آهي. ان ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونه آهي. ساڪشات ست چت آنند

سروپ شري ڪرشن ڀڳوان پنهنجي مکارونند مان گيتا
اَرجن کي ٻڌائي آهي. ويدن جي سڀني پرم آنند ۽ تتو
اَرٿ سان ڀرپور هيءَ گيتا آهي. جيڪو منش نشچل
من وارو ٿي، هر روز نت نيم سان گيتا جو پاٺ ڪري
ٿو يا ٻڌي ٿو، اهو گيان سڌيءَ کي پراپت ٿئي ٿو
۽ پوءِ پرم پد کي حاصل ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو
منش سڄيءَ گيتا جو پاٺ ڪري نٿو سگهي، پر اڌ گيتا
جو پاٺ ڪري سگهي ٿو ته به هو گئو دان جي ڦل کي
پراپت ٿئي ٿو. گيتا جي ٽئين حصي جي پاٺ ڪرڻ جو
ڦل گنگا سنان جي ڦل جي برابر آهي. گيتا جي ڇهين
ڀاڱي جي پاٺ ڪرڻ جو ڦل سوم يگيه جي ڦل جي برابر
آهي. جيڪو منش ڀڳتيءَ سان گيتا جي هڪ اڌياءِ جو
به پاٺ ڪري ٿو، اهو منش رودر لوڪ کي پراپت
ٿئي ٿو ۽ اُن لوڪ ۾ گڻ روپ ٿي گهڻو وقت نواس
ڪري ٿو. گيتا جي هڪ اڌياءِ کي يا هڪ شلوڪ
کي، شلوڪ جي هڪ پد کي به نت نيم سان جيڪو
پڙهي ٿو، اهو آخر جنم مرڻ کان ڇٽي ٿو. جيڪو گيتا
جي ڏهن، ستن، پنجن، چئن، ٽن يا ٻن شلوڪن يا هڪ
اڌ شلوڪ جو نت پاٺ ڪري ٿو، اهو منش ڏهه
هزارن ورهين تائين چندرما جي لوڪ کي پراپت ڪري
ٿو. هر ڪو منش گيتا جو ابياس ڪري، پرم مڪتيءَ
کي پراپت ٿئي ٿو، پر گيتا جو اکر اچاريندڙ مري ته
مڪتي پائي ٿو. منش ڪٿي کهڙو به پاپي هجي ته به

جي هر گيتا جي ارٿ کي سدائين ڀڄندو ۽ ڀڄائيندو رهجي
وئڪنٺ کي پراپت ٿيندو ۽ آخر مٿس ساکيات وشنو
ڀڳوان جي سمگ وشڻ جو آنند حاصل ڪندو. گيتا جي
ارٿ جو جيڪو انسان ڌيان ڪري ٿو، اهو ڪٺي ڪيترا
ئي ڪرم ڪري ته به هميشه جيون مڪت ٿيل سمجهڻ
گهرجي. اهو مٿس شرير ڇڏي پرم پد کي پراپت
ٿيندو. گيتا جو آسرو وٺي جنڪ آدڪ گهڻا راجائون
پاپ رهت ٿي پرم پد کي پراپت ٿيا آهن. سؤنجي
مهاراج چون ٿا ته جيڪو مٿس هن گيتا جو پاٺ ڪندو،
اهو مٿي ورلن ڪيل ڦل کي پراپت ٿيندو.

—§०§—

# شري سپت شلوڪي گيتا

(١) شري ڀڳوان ارجن کي چيو ته شري
برهم روپ جو اونڪار (اوم) هڪ اکر آهي، ان جو
اچارڻ ڪندي ۽ اُنهيءَ اوم اکر جو سمرڻ ڪندي جو
مٿس شرير جو تياڳ ڪري اهو پرم گتيءَ کي پراپت
ٿو ڪري.

(٢) ارجن چيو - هي اندرين جا مالڪ! تنهنجي
ڪيرتن (ڀڄن) ڪرڻ ڪري سنساري جيو ڏاڍي آنند
کي پائين ٿا ۽ خوشي حاصل ڪن ٿا، پر راڪس لوڪ
ڊپ کان ڌڻ تي ڏسائن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄيا ٿا ڦرن
گهمن. سڀ سڌ پرش لوڪ توهان کي نمسڪار ڪن ٿا.

(٣) جنهن کي هٿ پير آهن، جنهن کي اکيون ۽ مک آهن، اهو هميشه سنسار ۾ وچڙندو رهندي به سنسار کان الڳ رهي اوهان جي ماءُ سان اهين سمجهي ٿو ته سڀ ۾ اندر ونائڪ رهي ٿو.

(٤) سروگ، الله سروپ، جڳت نيتا، سوکيم ۾ سوکيم، سڀني جڳت جو آڌار ۽ پالڻ وارو اچنتيه روپ، سورج سمان پرڪاشوان، اگيان کان رهت، اهڙو جو پرشوتم ڀڳوان آهي، انهيءَ جو جيڪو سمرڻ ڪري ٿو اهو انهيءَ جي ئي پرم ڌام کي پراپت ڪري ٿو.

(٥) ويد جنهن جا پن آهن، اهڙو جو سنسار روپي پپر جو وڻ آهي جنهن جي پاڙ ستيه لوڪ ۾ آهي ۽ انهون ماڻهون مرتيو لوڪ ۾ آهن، انهن ويدن جو آهي. جو انهيءَ ڳالهه کي ڄاڻي ٿو سو ئي سچ پچ ويدن کي ڄاڻي ٿو.

(٦) سڀني جي هردن اندر مان ئي وسي رهيو آهيان ۽ منهنجي ئي معرفت سڀني کي سرتي، گيان ۽ وچار پيدا ٿئي ٿو. سڀني ويدن دوارا ئي ڄاڻڻ لائق آهيان، ويدن جي ڄاڻڻ وارو به مان ئي آهيان.

(٧) انهيءَ ڪري من جي ورتي مون ۾ لڳاءِ. منهنجو ئي شلوڪ يعني ڀڄن ڪرڻ وارو ٿيءُ. مونکي ئي نمسڪار ڪر. اهڙيءَ طرح من، واڻي ۽ ڪرم سميت پنهنجي من جي ورتي مون ۾ لڳائي ايڪاگر چت ٿي مون کي پراپت ڪر (يعني مون سان اچي مل).

—o—

# آرتي گيتا ماتا

جئه گيتا ماتا، جئه گيتا ماتا،
موهن مک جي واڻي، مڪتيءَ جي داتا.

١- ارجن جڏهن جنگ ۾، موهه هئو گهيرايو؛
ماتا موهه هئو گهيرايو؛
ڪرم جو مرم ٻڌائي، تنهنجو من ڦيرايو.
جئه گيتا......

٢- پرڀو هٿ ٻڌ سان تنهنجي، اندر ڏني پرڪاش،
ماتا اندر ڏني پرڪاش؛
ڀرم ڀرم سڀ ڀڄي ويو؛ اگيان ڏني کو ناش.
جئه گيتا......

٣- گيان وگيان جو سارو تو ۾ ڀريل آ ڀنڊار؛
هنئين سان هنڊائن جيڪي، تن جو ڏنئي آڌار.
جئه گيتا......

—•◦•—

# گيتا سکيا سار

ارجن کي رڻ ڀومي ۾ ڪرشڻ،
برهم گيان ارمل سمجهايو.
١- نه تون ڪنهنجو آن، نه ڪوئي تنهنجو،
مرڻ کان ڪنهن کي، لڪي تون اُي جانو.
٢- جيئڻ مرڻ آهي ڪپڙن والگر،
جيئڻ پراڻا لاهي، نوان پايو.
٣- آتما اجر امر آهي،
ڪڏهن اهو نه دل مان ڀلايو.
٤- ڪڏهن جنهن کي نا هٿيار ڪٽن ٿا،
ڪڏهن جنهن کي نا آڳ جلايو.
٥- واڳ ديش کي ڏکيو دل مان،
سوهه سمسءِ وڪار مٽايو.
٦- ڪرم ڪريو سڀ ايشور ارپن،
آنند ڀڳتي ڀاڳ ۾ وڌايو.
٧- ديوي گڻ سڀ ڀاڳ ۾ ڏاوي،
آسري گڻ سڀ ڀاڳ مان ڀڄايو.
٨- "پياسي" اٿو اوهين برهم ڪمائي،
سوج اهڙو گيان جڳايو

—•—

# ڪلياڻڪاري پرارٿنا

ڀلو ڪر ڀلو ڪر، ڀلو ڪر ڀلو،
سوامي سڀني جو ڀلو ڪر ڀلو.

١- سدا مدش سڀڪو اسووار رهي؛
وڪارن وشين کان سڀجي ٽٽي؛
دکن ڏکڻين ۾ نه ڪوئي ڦٽي؛
اڪو سُر سڀني جون دليا جا سهي؛
نه ڪنهنجي دل ۾ رهي ٽرٽلو. ڀلو ڪر...

٢- سڀني کي سڀين راهه - سمتي ته ڏي،
سڀني کي سنتوش - شڪتي ته ڏي؛
سڀني کي پنهنجو پيار - ڀڳتي ته ڏي؛
سڀني کي سڀ کان - مڪتي به ڏي؛
نه ايري ڪنهنجي من ۾ - مد موهه الو. ڀلو ڪر.....

## شانتي پاٺ

هي ڀرڀو، سڀ جي هردي ۾ شانتي ني شانتي رهي،
ٻرام جي گنگا سدائين، هر هردي ۾ وهي؛
ڪلهه ڪلونت ۽ ڪڙائي، هر هندان هٽي وڃي؛
پياءَ هرڪو رهي لهجو، وڏ پڻ جڳ لڀان لهي.